ڪوي ڪاليداس جي مهان ڪرتي

# وڪرم اُروشي



ديال 'آشا'

ڪوي ڪاليداس جي مهان ڪرتي

# وڪرم اُروشي

ديال ڪوتومل ڏاهيجا "آشا"

ليڪچرار- سنڌي

ايڇ- آر- ڪاليج آف ڪامرس ائنڊ ايڪانامڪس

چرچگيٽ بمبئي ١٠

۽

شريمتي چانڊي ٻائي همٿمل منسڪاڻي ڪاليج

الهاس نگر

ڇاپو پهريون | قيمت ٻه رپيا [ آگسٽ ١٩٦٥ع

سرسوتي ساهتيہ سدن

الهاس نگر ٥.

## ارپڻ

سڪ ۽ شرڌا سان

گيان جي گلزار سنڌين جي روحاني رهبر

پرم پوڄنيه دادا سڌو واسواڻيءَ

۽

سنڌي ساهتيه جي مهان ساهتيڪار

پنهنجي مانيور استاد

پرنسيپال ايل - ايڇ - اجواڻيءَ

جي چرڻن ۾

ديال "آشا"



# پيشاکر

## پروفيسر رام پنجواڻي

ڀاشا جي ماڌيم دوارا پنهنجي اندر جي امنگن
يا من جي ڀاوَنن کي پرگهٽ ڪرڻ جي پرمپرا مانو سماج
۾ يگ يگانتر کان هلندي پيئي اچي. اهو اظهار جڏهن
ڪوملتا، سوڪيمتا ۽ رس جو آڌار ٿو وٺي تڏهن ٿي
ساهتيه جو پد پائي ٿو. سندرتا، ميٺاج ۽ رس جي الڳ
الڳ روپن ڪارڻ ساهتيه به الڳ الڳ روپ ۾ پرگهٽ
ٿئي ٿو. انهيءَ درشٽيءَ کان اُتم ساهتيه اهو ئي آهي
جنهن ۾ مٿيان ٽئي گڻ پوري رهت سمايل هجن. اهڙو
ساهتيه ڀاشا جي اکٽ ڀنڊار دوارا سدائين جيئرو
رهي ٿو ۽ ديش، ڪال ۽ سماج جي حد لتاڙي منش
ماتر جي پونجي بڻجي پوي ٿو.

سنسار جي هر هڪ ساهتيڪ ڀاشا ۾ ڪي نه ڪي اهڙا
ساهتيڪار پيدا ٿيا آهن جن جي امر رچنائن وشو ساهتيه
۾ آستان پائي ان کي شرف بخشيو آهي. وياس، والميڪ،
فردوسي، عمر خيام، شيڪسپيئر، ڪاليداس، گورڪي،
ٽالسٽاءِ، ٽلسيداس، پريمچند، ٽاگور، شاهه لطيف،
سامي وغيره اهڙيءَ اوچ ڪوٽيءَ جا ساهتيڪار هئا.

هئمليٽ، شڪنتلا، رامائڻ ۽ گيتانجلي اهڙائي شاهڪار
آهن جن پورب ۽ پڇم جي بندن کي ٽوڙي سنسار
۾ پنهنجي جوڳي جاءِ پاتي آهي. ڪير آهي جو اهڙي
دعوا کان انڪاري ٿيندو؟ ڀارت جي اوچ اتهاس
پڙهڻ سان اسان کي اهو سويڪار ڪرڻو پوندو ته اسان
جي سانسڪرتڪ، سماجڪ ۽ ساهتيڪ چيتنا جو مکيه
آڌار سنسڪرت ئي آهي. ڪاليداس جهڙي مهان ڪويءَ
کي ايڏي اوچ پدوي انهيءَ سنسڪرت دوارا پراپت
ٿي. مان خود سنسڪرت جو ودوان نه آهيان پر هڪ
وديارٿي ضرور آهيان ۽ هڪ وديارٿيءَ جي حيثيت
۾ مونکي انهيءَ چوڻ ۾ ڪا به هٻڪ نه ٿي ٿئي ته
مها ڪوي ڪاليداس جي رچنائن کي ديوواڻي سنسڪرت
۾ اوچو درجو عطا ٿيل آهي. ڪاليداس جي ڪاويه ۾
اوچتا جا سڀ گڻ چوٽ تي رسيل آهن، تنهن ۾ ڪو به
شڪ نه آهي.

ساهتيه اهوئي اوچ ڪوٺيءَ جو سمجهيو ويندو جنهن
۾ بيحد ڪشش هجي جنهن کي گرهڻ ڪري پاٺڪ اهو
آنند ماڻي، جنهن ڪوي ۽ پاٺڪ ملي هڪ ٿي وڃن ۽
جنهن ڪاويه سروڻ ڪندڙ اهڙيءَ اوستا ۾ اچي وڃي
جو پاڻ ڀلائي آنند ساگر ۾ لين ٿي پيو امرت جون
سرڪيون پيئي. رگهوونش، ڪمار سمڀو، شڪنتلا،
ميگهه دوت، وڪرم اروشي؛ مها ڪوي ڪاليداس جون

اَهڙيون ئي رچنائون آهن، جيستائين ڪا به رچنا اصلوڪي
روپ ۾ پڙهي وڃي تيستائين پڙهندڙ پورو پورو آنند نه
ماڻي سگهندو. پر وشوَ جون سريشٽ رچنائون پڙهڻ لاءِ
انهن ڀاشائن جو پورو گيان کپي. اها ڳالهه ممڪن ڪانهي.
اَهڙي حالت ۾ هڪ ئي اپاءُ اهو ٿي سگهي ٿو
ته انهن رچنائن جو جدا جدا ڀاشائن ۾ انواد ڪري انهيءَ
ڀاشا جي پڙهندڙن تائين پهچائجي. انواد ڪرڻ ڪا سولي
ڳالهه نه آهي. ڪامياب ترجمان اهو آهي جو ڪتاب
جي اصلوڪي ٻولي ۽ ارٿ واريءَ ٻولي تي پورو
قبضو رکندڙ هجي ۽ ٻنهي ڀاشائن جي باريڪ ڄاڻ هجيس.
انواد اهو سڦل آهي جو پڙهندڙ جي من کي ڇهي ۽
کيس اهو ويچار نه ڏئي ته هو انواد پڙهي رهيو آهي.
کيس اهڙو ئي رس اچي جهڙو جيڪر اصلوڪي ڀاشا ۾
پڙهڻ سان پراپت ڪري سگهي. انوادڪ کي اها ڳالهه ضرور
ياد رکڻ کپي ته هن ڪريءَ جي ڀاوَ رس سان همت ڇراند
ڪا نه ڪئي آهي. خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته مهنجي
متر ديال آشا ڪاليداس جي اوچ رچنا **وڪرم اُروشي**
جو ترجمو سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيو آهي. ڀاشا ڀاوَ ۽ اپما
جي علنڪ ڪاليداس جي سمجهڻ جي ڏاڙ ته مان هٺي
نٿو سگهان پر ايترو ضرور چوندس ته ديال آشا جي
ارٿ، ٻوليءَ، عبارت ۽ ناٽڪي فن جي لحاظ کان مهنجي
دل تي گهرو اثر ڪيو آهي. اهائي نشاني آهي سڦل

آزاد جي. ڏيال آشا هڪ ٺاهوڪو نوجوان آهي جنهنجي اندر ۾ ساهتيه لاءِ پريم ۽ شرڌا آهي. هن کي وڏيڪ وڏيڪ وديا پرانت جي چاهنا آهي. هو هندي، سنسڪرت ۽ سنڌي ۾ جو اڀياسڪ آهي. مونکي پڪ آهي ته انهيءَ اندر جي لوچ سبب هو ڪنهن ڏينهن هن پرڳڻي جي ڪوجهيڪن ۾ شمار ڪيو ويندو.

مان هن جي ارپت جو آدر ڪريان ٿو. آشا آهي ته هو ساهتيه جي کيتر ۾ ساهتيه پريمين جي آشا پوري ڪري پنهنجو نالو "آشا" سچو ثابت ڪندو.

---

ڇپيندڙ:
شري ماڌوداس چترامداس ڇتاڻي،
شواجي پرنٽنگ پريس، الهاس نگر-٣.
ڇپائيندڙ:
شريمتي لاجونتي ڏيال "آشا"
سرسوتي ساهتيه سدن، بئرڪ ١٩٧٤، الهاس نگر-٥.

# مهاڳ

(ليکڪ:- پروفيسر نارائڻداس. اين. بنڊيجا)
ايم. اي، ايم. او. ايل.

مها ڪوي ڪاليداس هندستان جي ڪوين جو سرتاج
آهي. ڏنوريل ٻن هزار ورهين کان پوءِ جي ادبي آسمان
جو هي چمڪندڙ ستارو پنهنجي لاثاني پرڪاش دوارا
ساريءَ دنيا جي ساهتيڪارن جو روح ڪيڏهي، سندن
دلين تي راڄ ڪندو رهيو آهي. آريه ڀوميءَ جي ڪوين
سندس ساراهه ۾ شبد ڪوش جا چيدن ۾ چيدا لفظ
چونڊي، جا سندس واکاڻ ڪئي آهي، سا ڪنهن
به ديش جي ڪنهن به ڪويءَ کي ورلي نصيب ٿي
هوندي. سينٽي ڪوي کيس "ڪوي ڪل گورو"
جي اپاڌي ڏيڻ ۾ فخر ٿا وٺن. نه فقط هندستاني
عالمن پر دنيا جي ٻين ودوانن به ڪاليداس جي ڪوتا
اڳيان سر جهڪايو آهي. اهڙو سوڀاڳيه ڪيترن جڳن ۾
به ڪنهن کي نصيب نه ٿيو آهي. سر وليم Sir
William jones پهريائين پهريائين ۱۷۸۹ ۾ "شڪنتلا"
جو ترجمو پشچم جي ودوانن اڳيان رکيو. تنهن ڪانپوءِ
سندس ٻيا گرنٿ به ترجمي جي صورت ۾ سندس اڳيان

چون "يورپ جو ڪاليداس" جيئن ٿو وڌي شيڪسپير کي

آيا يورپي ودوانن وٽ شيڪسپيئر کان وڌيڪ ڀيو
ڪو شاعر هوني ڪونه، تنهنڪري ڪاليداس کي "
"ڀارت جو شيڪسپيئر" سڏي، پنهنجي قدرشناسيءَ جو
ثبوت ڏنائون. يورپ ۾ شيڪسپيئر کان پوءِ ٻيو درجو
جرمنيءَ جي شاعر گيٽي کي عطا ٿيل آهي. انهيءَ صاحب
١٧٩٢ ۾ "شڪنتلا" جو ترجمو پڙهيو، پڙهڻ سان گيٽي
صاحب گد گد ٿي ويو ۽ "شڪنتلا" ناٽڪ تي جرمنيءَ
ٻوليءَ ۾ جيڪو رايو هن صاحب پيش ڪيو، تنهنجو
انگريزيءَ ۾ ترجمو ايسٽ وڪ صاحب E B. East wick
هيٺين نموني ڏنو آهي :-

'Wouldst thou the young year's blossoms
and the fruits of its decline,
And all by which the soul is charmed,
enraptured, feasted, fed.
Wouldst thou earth and heaven itself in one
sole name combine?
I name thee, O S'akuntala! and all
at once is said.,

" بهار جي مند ۾ تازو ڦٽندڙ پشپ ۽ مند جي
پڪل ميوي کي پسڻ جي چاهنا اٿيئي؟ ڇا تون اهو
سڀ ڪجهه ڏسڻ ٿو چاهين جنهنجي درشن سان روح
تي جادوءَ جو اثر ٿو ٿئي، آتما آنند ۾ مگن ٿي ۽ موج

۾ اڃي ترپت ٿي ٿي پري؟ هيءَ پرٿوي ۽ سرڳ ٻئي
جدا جدا آهن، پر ٻنهي کي هڪ نالي ۾ پوئل پسند ڪندين؟
(جي ڪڏهن "ها") تہ مان تنهنجي اڳيان "شڪنتلا"
ٿو پيش ڪريان ؛ ۽ بس سڀ ڪجهہ هڪدم انڊيءَ ۾
سمائجي ويو."

اهڙيءَ طرح Augustus, Alexander von Humbolt
Dr. Ryder, Prof. Lassen, William von Sch. Dr.
Sylvain Levi پارن دنيا جي هاڪارن ودوانن نہ
ڪاليداس جي حيرت انگيز نوع ۾ ثنا خواني ڪئي آهي.

ڪاليداس رڳو ناٽڪ جي ڪلا ۾ ماهر نہ هو پر مها
ڪاويہ (Epic) رچڻ ۽ کنڊ ڪاويہ (Lyric) چوڻ جي
فن ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ هو. "شڪنتلا"، "رگهوونش"
۽ "ميگهدوت" انهن ٽنهي ڪلائن جا بي نظير مثال
آهن. شيڪسپيئر ناٽڪ ۽ کنڊ ڪاويہ لکڻ ۾ پنهنجو
جوهر ڏيکاري سگهيو آهي، پر مها ڪاويہ لکڻ ۾ ڪيس
سڦلتا حاصل ڪانہ ٿي آهي. ٻي پاسي ملٽن Milton
رڳو مها ڪاويہ ئي لکي سگهيو آهي. ڪاليداس کي
دنيا جو ٻيو جوڙ ڪوي انهي ڪري ٿو سڏجي جو هو
ساهتيہ جي مٿين ٽنهي جزن ۾ ڪماليت جو
صاحب آهي.

ڪاليداس جي جيون متعلق ڪوبہ تاريخي مصالح
ميسر ڪونهي. اتهاس انهيءَ باري ۾ خاموش آهي.

تنڪي خود ڪويءَ پنهنجي جيون تي پنهنجي
ڪنهن به گرنٿ ۾ ڪا روشني وڌي آهي. البت
سندس باري ۾ افسانن جي ڪمي ڪانهي پر عقل ۽
ذهن انهن کي وزن ڏيڻ کان انڪاري آهن.

عام روايت آهي ته ڪاليداس ننڍي هوندي ڇڙو
ڇڙو ۽ مورک، پر شڪل جو شوڀيڪ هو. ڪنهن گاڏيءَ
واري ڪري پنهنجو ڌرم پتر ڪيس. انهيءَ زماني ۾
وديا وتيءَ نالي ڪاشيءَ جي راجا جي ڌيءَ اهڙي
ته وڏشي هئي جو ڪاشيءَ جي سڀني پنڊتن مان ڪوه
شاستر ارٿ ۾ ساڻس پڄي نه ٿي سگهيو. هوڏانهن
وديا وتيءَ اهو پرڻ ڪري ڇڏيو هو ته "شادي انهيءَ
سان ڪنديس جيڪو مونکي شاستر ارٿ ۾ جيتيندو"
پنڊتن کي وديا وتيءَ ۾ ڏاڍا خار هوا. هنن ٻي وجهه
ڳولهيو ته ڪئن به پنهنجي اپمان جو بدلو وديا وتيءَ کان
وٺون. هڪ دفعي انهن پنڊتن مان ڪن جهنگ ۾ هڪ
حسين نوجوان ڏٺو، جنهن کهاڙيءَ سان وڻ جي اها
ٽاري پئي وڍي، جنهن تي پاڻ ويٺو هو: ڪيس ايتري
به سمجهه ڪانه ٿي پئي ته ٽاريءَ جي ڪرڻ سان پاڻ
به اچي پٽ تي پوندو. پنڊتن سوچيو ته جي ڪنهن
نموني سان وديا وتيءَ جي شادي انهيءَ جاهل سان ٿي
وڃي ته سندس غرور جي پرتيڪريا ٿي پوندي. اهو
ڇوڪرو اسان جو ڪاليداس ئي هو. پنڊتن ڪيس

رهي ربي، کي ڳالهيون سمجهائي، سٺا وستر پهرائي،
وديا وتيءَ سان شاستر ارٿ ڪرائڻ لاءِ تيار ڪري آيا.
ڏاڍيءَ چالبازيءَ سان پنڊتن اعلان ڪري ڇڏيو ته
وديا وتيءَ شاستر ارٿ ۾ هارايو آهي ۽ انهيءَ سوڀياوان نوجوان
جي جيت ٿي آهي. وديا وتيءَ انهيءَ نوجوان سان شادي
ڪئي پر پوءِ ڪيس پتو پيو ته ڪٺن ساٿس دولاب ٿيو
هو. پنهنجي پاپ تي سنتوش ڪري وديا وتي پنهنجي
پتيءَ کي اپديش ڏنو ته "ڪالي ديويءَ جي اُپاسنا
ڪرڻ سان تحصيل جي وديا پراپت ٿيندي." نوجوان پورن
شرڌا سان ڪيترو عرصو ڪالي ديويءَ جي اپاسنا
ڪري ور دان پراپت ڪيو، جنهن ڪري هو ڪاليداس
جي نالي سان پرسڌ ٿيو. جڏهن موٽي گهر آيو تڏهن
وديا وتيءَ کانئس سوال پڇيو ته "اَستي ڪشچد واڳ
وشيشه." "अस्ति कश्चिद्वाग्विशेष:" يعني "واڻيءَ جي ڪا
خاص ڏات حاصل ڪيءِ؟" ڪاليداس پنهنجي پتنيءَ
جي واڪيه کي امر بنائڻ لاءِ پنهنجا ٽي ڪاويه مٿين
ٽن شبدن مان هڪ هڪ لفظ وٺي تو شروع ڪري.
ٻي ڏند ڪٿا ڪاليداس کي لنڪا جي راجا **ڪماراداس**
جو متر ٿي ٻڌائي. ڪماراداس **جانڪي هرڻ** نالي
گرنٿ جي رچنا ڪئي، جنهن جي ڪاليداس سهڻن لفظن
۾ سمالوچنا ڪئي هئي.

ڪاليداس جي **جنم ڀوميءَ** جي باري ۾ به ودوانن

جا ڏاڍا مٺ پيد آهن. بنگال جا وِدوان ڪاليداس کي
بنگالي ٿا سڏين ۽ سندس جنم استان نديا سڏ ڪرڻ
جي ڪوشش ڪندا آهن. ڪي وِدوان سندس جنم ڀومي
**ڪشمير** ٿا ٻڌائين، ڇاڪاڻ ته هيءُ ٻي پاسي جو هڪڙو
ڪري آهي، جنهن ڪئنسر جي تازي گل جو ورڻن
ڪيو آهي ۽ ڪئنسر جا گل ڪشمير کان سواءِ ٻي هنڌ
ڪو نه ٿيندا آهن. پر ڪاليداس جيڪو پريم **اُڄين** لاءِ
ڏيکاريو آهي تنهن مان انهن پيو پرتيت ٿئي ته سندس
جنم اُڄين کان سواءِ ٻي هنڌ ٿي نٿو سگهي. ميگهه دوت
۾ **يڪش** ميگهه کي ٿو چوي ته "جيتوڻيڪ تو کي پنهنجي
سڌي رستي کان وِڪڙ ڪاٽڻو پوندو، ته به اُڄين نگري
ضرور ڏسندو وڃجانءِ. آڪاس کي چمڪندڙ اُڄين جي
محلاتن ۽ ماڙين جي درين مان ليئا پائيندڙ روپوان ناريون
جي درشن کان منهن موڙيءَ ته جڻ تنهنجي حياتي ئي
نشڦل آهي."

ڪاليداس اُڄين جو بيان نهايت، پيار ڪيءَ سان
ڪيو آهي. اُڄين جو طبعي احوال تفصيل سان ڏنو
ائين. اِيتري قدر جو نديون نديون ندين کي به نه
وساريو ائين. اهڙي طرح سندس تصنيفن مان ٻيون به
ڪيتريون ثابتيون ٿيون ملن، جي عالمن جي انهيءَ
اعتقاد جو باعث ٿيون پيون ته ڪاليداس جي جنم ڀومي
اُڄين نگري آهي.

کاليداس جي سمي جي باري ۾ ٻه پورب ۽ پشچم جي ماهر ودوانن جا پاڻ ۾ غضب جا مت ڀيد آهن. کاليداس جي رچنائن مان مليل اشارن جي بنياد تي ڪن ڪيس عيسوي سن کان هڪ صدي اڳ، ته ڪن ماڳهين عيسوي سن جي ڇهين صديءَ ۾ سندس سمي جي ستاپنا ڪئي آهي. ڪن وري مذڪور صدين جي وچ وارين صديون پنهنجي مت جي تائيد ۾ پرماڻ طور پيش ڪيون آهن. مطلب ته ودوانن ڪاليداس کي ستن صدين جي هندوري ۾ چاڙهي لڏايو آهي. ڀارت جي اڪثر ودوانن جو مت اهوئي آهي ته ڪاليداس مهاراجا وڪرماديتيه جي نون رتن مان مکيه هو. ڪاليداس جو وڪرماديتيه سان گڏ گذارڻ سندس گرنٿن مان پرسڌ آهي. ”شڪنتلا“ ناٽڪ به پهريائين وڪرماديتيه جي دربار ۾ ڏيکاريو ويو هو. اهوئي سبب آهي جو ڪاليداس انهيءَ دربار جي سڀا سدن کي ناٽڪ جي ڪلا جا ”ڄاڻو ۽ پارکو“ ڪري ٿو سڏي. ٻي ڪنهن سمي جي دربار ۾ اهڙا مهارت جا صاحب سمجهن نٿي ڪين آيا جي ناٽڪ جي ڪلا جي ڄاڻ جو دم هڻي ڪاليداس جي ناٽڪن جي پريکشا ڪري سگهن. ڪاليداس ٻيو هڪ ناٽڪ ”وڪرم اروشيءَ“ نالي لکيو آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ ناٽڪ جو ناٽڪ (Hero) پروروا آهي ته به ان ۾

وڪرم جو نالو ڇهتائڻ ڏيکاري ٿو ته ڪاليداس وڪرم
جي ئي درٻاري هو. ڪيترن ئي اهڙن وديوانن جون
سندن پيش ڪري سگهجن ٿيون، جي ڪاليداس کي
راجا وڪرم جي درٻار جو رتن ڪري ٿا مڃين. انهيءَ
مهاراجا وڪرم جو سمو عيسوي سنه کان ٥٧ ورهيه اڳ جو
شمار ٿيل آهي. انهيءَ مان ثابت آهي ته ڪاليداس
عيسوي سنه کان هڪ صدي اڳ، يعني اڄ کان ٻه هزار
سال اڳ ٿي گذريو.

اسان کي ڪاليداس جا مڙيئي **ست گرنٿ**، ٻه
مها ڪاويه، ٻه کنڊ ڪاويه ۽ ٽي ناٽڪ مليا آهن، جن
جو مختصر ورڻن هيٺ ڏنو ڪجي:-

**١- رتو سنهار-** ڪاليداس جو هي پهريون رچيل
گرنٿ آهي. هن کنڊ ڪاويه ۾ ڇهن موسمن جو بيان قلم-
بند ٿيل آهي. منجهس ڇه سرگ (يعني داستان) آهن.
هڪ هڪ سرگ ۾ هڪ هڪ موسم جو ورڻن ٿيل آهي.
اونهاري مان شروعات ڪري بسنت رت مان سماپتي
ڪيل آهي. منجهس تڪلف ۽ تصنع جو ذرو به ڪونهي
۽ پرڪرتي جي ڇهڻن چٽڻ ۾ ڪٿي به اجائي ڊيگهه يا
اينگهه ٿيل ڪانهي. بلڪل سياو ڪ نموني ۾ ڪولا
جي رچنا ٿيل آهي.

**٢- ڪمار سمڀو-** هي هڪ مها ڪاويه آهي. هن
ڪاويه جا جيڪي ٻه ڇهيل پستڪ موجود آهن تن مڙني

۾ ارڙهن سرگ ڏيکاريل آهن. ٻه ڪوتا کي پريکشا جي
ڪسوٽيءَ تي چاڙهڻ مان عيان ٿو ٿئي ته رڳو پهريان
اٺ سرگ ئي ڪاليداس جي قلم مان نڪري نروار ٿيا
آهن. مهاديو جي استري ستي پنهنجي پتا دڪش
پرجاپتيءَ جي يگيه ۾ اپمان ٿيڻ ڪري پنهنجي شرير
کي هون جي آهوتي ڪري ڇڏيو. شو پنهنجي ستريءَ
کي اپمان جو پورو پورو مزو چکائي ستيءَ جي وياڳ
۾ سماڌي لڳائي ويٺي رهيو. اها ستي ٻئي جنم ۾
هماچل جي ڌيءَ پاروتيءَ جي روپ ۾ پرگهٽ ٿي.
اندر جي تارڪاسر دئيت سان جنگ چالو آهي پر
کيس جيتڻ جي ڪا اميد نظر ڪونه ٿي اچي. برهما
کيس اپاءُ ٿو ٻڌائي ته مهاديو جي ويرج مان پيدا ٿيل
ڪمار انهيءَ دئيت کي ماري سگهندو. انهيءَ ڪٿا
جي آڌار تي هيءُ مها ڪاويه شروع ٿو ٿئي. هماليه
جبل جو عجيب ورڻن، پاربتيءَ جو جنم، برهما جي
استتي، مهاديو جي سماڌي ٽوڙڻ لاءِ ڪامديو جون
تياريون، مهاديو جي پنهنجو ٽيون نيتر کولي ڪامديو
کي ڀسم ڪرڻ، ڪامديو جي استريءَ رتيءَ جا ورلاپ،
مهاديو کي پتيءَ جي روپ ۾ حاصل ڪرڻ لاءِ پاروتيءَ
جي تپسيا ڪرڻ، مهاديو جو برهمچاريءَ جو روپ ڌارڻ
ڪري پاروتيءَ جي پريم جي پريکيا وٺڻ، شو پاربتيءَ
جي شادي، ڪمار جو جنم وغيره هن ڪاويه ۾ دلڪش

نوع ۾ ورتل ٿيل آهن. هن ڪاويه ۾ ڪاليداس پنهنجي
اتي يا تمڪ وچارن جي جهلڪ ڏيکاري آهي. ڪام واسنا
کي جلائي گيان جي اگنيءَ ۾ جيستائين ڀسم نه ڪبو
تيستائين سچي پريم جي پراپتي ٿيڻ مشڪل آهي. تپسيا
کان سواءِ پريم جو پڪو رنگ نٿو چڙهي. ڪام ۽ پريم جو
تفاوت به اتم نموني ڏيکاريل آهي.

٣- ميگهدوت- هي هڪ کنڊ ڪاويه آهي.
الڪاپريءَ جو راجا ڪبير ديوتائن جو خزانچي آهي.
سندس هڪ يڪش نوڪر سيوا ڪرڻ ۾ ڪا بي پرواهي
ڪري وڌي. ڪيس سزا طور انهيءَ نگريءَ مان ٻارهن
مهينا ديش نيڪالي ملي. هو اهي ٻارهن مهينا وند يا
جبل تي رام گري آشرم ۾ اچي رهيو. سندس
پتنيءَ جي پريم نهوڙي نيس. پيو ڪو قاصد نظر نٿو
اچيس. ميگهه (بادل) کي پنهنجي پريتما لاءِ پيغام ٿو
ڏئي. ڪيس الڪاپريءَ ۾ پهچڻ لاءِ ڪهڙو رستو لنگهڻو
پوندو، واٽ تي ڪهڙا هنڌ ڏسڻ جوڳا آهن، اهو سڀ
بلڪل ٻارڪيءَ سان، دل کيهندڙ ۽ روح کي راحت
ڏيندڙ نموني ۾ ٿو ٻڌائي. الڪاپريءَ جو بيان ۽ سندس
استريءَ جي اوستا به اهڙيءَ ڪماليت سان چٽيل آهي
جو ڪاليداس جو نالو امر ڪرڻ ۾ فقط اهو ڪاويه ئي
ڪافي هو. قدرتي نظارن جو منوهر ورڻن ۽ منش جي
هردي جي ڪومل ڀاونائن جي سرڪيهه سمالوچنا واه
جي ڪيل آهي.

٤- **رگهو ونش**- سنسڪرت جي مها ڪاويه ۾ هي گرنٿ اتم ڪري ليکيو ٿو وڃي. هي ڪاويه اوڻيهن سرگن ۾ رچيل آهي، جن ۾ مڙيئي ١٥٦٤ شلوڪ ٽيندا يعني اٽڪل ڇهه هزار سٽون. پهرئين کان ناوين سرگ تائين ڀڳوان رام جي وڏن دشرٿ، اج، رگهو ۽ دليپ جو بيان آهي. ڏهين کان پندرهين سرگ ۾ ڀڳوان رام جو جيون چرتر ۽ سورهين کان اڻويهين تائين لوڪش ۽ سندس پوين جو بيان **اگني متر** تائين. ٻولي پستڪ جي سرل، لفظن جي گهڙت موهيندڙ ۽ بيان سهڻي وچتر. ڪاويه پڙهندي من ڀاپنڊو نٿي ڪونه. مندن جو بيان، پهاڙن جا نظارا، سويمبر شاديون، جم موت، ورلاپ، پٽن جي پراپتيءَ لاءِ پريشاني، رشين جا آشرم، جهنگل جا سير، جنگيون، سمنڊ، نديون، ڳوٺ، نگر ۽ نگرواسي سڀيتا، سمواد وغيره انيڪ وشين سان هي مها ڪاويه جهنجهيو پيو آهي. پتر، پتا، ماتا، پتي پتنيءَ؛ راجا پرجا، گرو شش؛ سوامي سيوڪ جا آدرش والميڪي رامائڻ جي طرز تي بدل پر عبارت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

٥- **مالوڪا گني متر**- پهريائين پهريائين ڪاليداس هي ناٽڪ لکيو. هن ناٽڪ ۾ **ودشا** جي راجا **اگني-متر** ۽ **ودرڀ** جي راجڪماريءَ **مالوڪا** جي پريم ڪهاڻي آهي. ودرڀ ديش ۾ ڦلوي ٽيڪا ڪري مالوڪا

اٿان پڇي ودشا ۾ ٿي اچي. اُتي هوءَ راڻي جي سيوا
۾ چاڪرياڻي ٿي مقرر ٿئي. راڻي ڌارڻيءَ جو مٿس
ڏاڍو پريم ٿي ويو ۽ کيس **گڻداس** نالي نرتيه ڪلا
شڪشڪ (Dance master) کان ناچ ۽ ڳائڻ سيکارڻ پڻ
ٿي ڪري. مالوڪا جي سونهن سوڀيا ڏسي راڻي هميشه
انهيءَ ڳالهه جي سنڀال ڪندي ٿي رهي ته راجا جي مٿس
نظر نه پوي پر راجا هڪ ڏينهن سندس شڪل هڪ چتر ۾ ڏسي
مٿس اڪن چڪن ٿو ٿي پوي ۽ سندس ساکيات درشن ماڻڻ
لاءِ مانداڻ ٿو مڃي. گڻداس ۽ **هردت** ٻيو هڪ نرت
ڪلا جو پروفيسر تڪرار ڪندا راجا وٽ انهيءَ ڳالهه جو
فيصلو ڪرائڻ ٿا اچن ته ٻنهي مان وڌيڪ ماهر ڪير
آهي. درٻار جا منتري اهو ٿا راءِ ڏين ته جنهن جو
ودياٿي نرت ڪلا ۾ هوشيار ثابت ٿيندو تنهن کي ئي
وڌيڪ ماهر سمجهيو ويندو. راڻيءَ جي ڪيتري ضد
بعد ٿي ته گڻداس پنهنجي شاگرد مالوڪا کي ٿو پيش
ڪري. راجا سندس ڪلا ۽ مڌرتا ڏسي پنهنجو پاڻ
کي به ڀلائي ٿو ڇڏي. گهڻين چالبازين کان پوءِ اها
پريم ڪٿا سڦلتا سان سماپت ٿي ٿئي. ودرڀ مان
راج دوت اهو سماچار کڻي ٿو اچي ته مهاراجا فسادين
کي دٻائي راج ۾ شانتي حاصل ڪئي آهي. انهيءَ وقت
اهو راز به کلي ٿو پوي ته مالوڪا ودرڀ جي راجڪماري
آهي. هوڏانهن اگني متر جو پتا پشپ متر اهو شب

سماچار ٿو موڪلي ته راجڪمار وسو متر اشو ميڌ جي گهوڙي جي رکيا ڪندي سنڌ جي وڏ رمي راجائن کي پوري شڪست ڏني آهي. راڻي ڌارڻي پنهنجي پٽ جي فتح جي خوشيءَ ۾ راجا کي مالوڪا سان شادي ڪرڻ جي موڪل ٿي ڏئي.

٦- **وڪرم ورُوشي** - پرورَوا نالي راجا سرڳ جي هڪ اپسرا **اُروشيءَ** کي ڪنهن راڪاس جي چنبي مان ٿو ڇڏائي، جنهن ڪري اروشي سندس بهادري ڏسي، مٿس موهت ٿي پوي. سرڳ ۾ ڀرت پهچڻ لاءِ اروشيءَ تي زور ٿو ڀريو وڃي. پنهنجي پريم جي پرکڻ ڏيڻ لاءِ اروشي هڪ پريم پتر راجا وٽ ڇڏي ٿي وڃي، جو بدقسمتيءَ سان راڻيءَ جي نظر تي چڙهي وڃي، جنهنڪري هوءَ راجا سان ڏمرجي ٿي وڃي. سرڳ ۾ **ڀرت منيءَ** هڪ ناٽڪ تيار ڪيو آهي، جنهن ۾ اروشيءَ کي لڇميءَ جو پارٽ ادا ڪرڻو آهي. پارٽ ڪندي پڻ اروشيءَ جي من جي تار پرورَوا ڏانهن ٿي کينچيل آهي، تنهن ڪري هڪ هنڌ "پرشوتم" چوڻ جي بدران "پرورَوا" ٿي چئي وڃي. ڀرت منيءَ انهيءَ لاءِ ڪاوڙجي کيس سرڳ مان نيڪاليءَ جو سراپ ٿو ڏئي. اندر اروشيءَ تي دَيا آڻي سراپ جو مدو انهيءَ وقت تائين ٿو مقرر ڪري جيستائين پرورَوا اروشيءَ مان پيدا ٿيل پٽ جو منهن ڏسي. پرورَوا ۽ اروشي پريم جي

ريت پاليندا جبلن، ندين، چشمن، جهرڻن ۽ جهنگلن
جا ايڪانت ۾ سير ڪندا ٿا رهن. هڪ دفعي اروشي
هڪ رشيءَ جي انهيءَ آشرم ۾ لنگهي ويئي جتي ڪنهن
به استريءَ کي وڃڻ جي منع ٿيل هئي. اروشي الي
گهڙڻ سان هڪ ول ٿي پيئي. پروروا اروشيءَ جي اوچتو
گم ٿيڻ تي وڇوڙي ۾ پاڳل ٿي اوڇنگارون ڏيندو
سندس ڳولا ۾ راتيون ڏينهن هڪ ڪري ٿو ڇڏي. آخر
کيس هڪ **سنگم مڻي** ملي جنهن جي ڇهڻ سان اها
ول بدلجي اروشي ٿي پيئي. اروشيءَ کي پٽ ڄائو پر
راجا کي انهيءَ ڳالهه جي سڌ ئي ڪانه ڏنائين. هڪ
دفعي ڪو پکي مٿين سنگم مڻي کڻي اڏامي رهيو هو
ته هڪ تير سان گهائل ٿي انهيءَ هنڌ اچي ڪريو جتي
اروشي ۽ پروروا بيٺا هوا. راجا اهو تير ٻاهر ڪڍي ڏٺو
ته مٿس ”پروروا ۽ اروشيءَ جي پٽ آيوءَ جو تير“
اهي لفظ کيس اکريل نظر آيا. انهيءَ ئي وقت هڪ
داسي آيوءَ کي ساڻ وٺي مهاراجا وٽ آئي. ته اروشيءَ
جي سراپ جو مدو پورو ٿيل سمجهي نارد رشي راجا
وٽ نياپو کڻي آيو ته مها راجا اندر پرسن ٿي اروشي
هميشه لاءِ توکي انهيءَ شرط تي ڏئي ڇڏي آهي ته
کيس تون دئيتن جي برخلاف جنگ ۾ مدد ڪندين.

٧- **شڪنتلا** - سنسڪرت ساهتيه ۾ هي ناٽڪ سڀ
کان سريشٽ سمجهيو ٿو وڃي. هستناپور جو راجا دشينت

جهنگ ۾ شڪار ڪرڻ تو وڃي ۽ هڪ هرڻ جو پيڇو
ڪندي ڪڻو رشي جي آشرم ۾ تو اچي نڪري. ڪڻو
رشي پاڻ آشرم ۾ ڪونهي. پنهنجي ڌرم پٽريءَ
شڪنتلا تي مهمانن جي آدر ڀاءُ ۽ ستڪار جو بار رکي
پاڻ سوم تيرٿ ڏانهن ويو آهي. راجا جي شڪنتلا
سان ملاقات ٿي ۽ ٻنهي پاڻ ۾ پريم ٿي ويو. راجا کي
اهو ٻڌ معلوم ٿيو ته شڪنتلا ڪنهن ڪتري سان شادي ٿي
ڪري سگهي تنهن ڪري ساڻس گنڌرو وهانو جي نيمن
موجب شادي تو ڪري. شڪنتلا کي راجا بيان گرڀ
تو ٿئي. راجا پنهنجي منڊي نشاني طور شڪنتلا کي
ڏيئي پاڻ هستناپور تو موٽي ۽ شڪنتلا سان اهو انجام
تو ڪري وڃي ته اجداني ۾ پهچڻ تي ڪيس شاهاڻي
نموني پاڻ وٽ گهرائيندو ۽ سندس آجيان ڪندو.
شڪنتلا راجا جي وڇوڙي ۾ اهڙو ته بي حال ٿي وئي،
جو اتٿي جي روپ ۾ آيل هڪ دروواسا رشي جي
اچڻ جي ڪيس سڌ ئي ڪانه پيئي. دروواسا رشي
انهي کي پنهنجو اپمان سمجهي ڪيس سراپ تو ڏئي ته
"اي شڪنتلا، جنهن پريتم جي ڌيان ۾ تون اهڙي
قدر مگن ٿي وئي آهين، جو اسان رشين جو ستڪار
به ڀلجي وئي آهين، سو توکي بلڪل ڀلجي ويندو."
شڪنتلا جي ٻن ساهيڙن پريمودا ۽ انسويا رشي جي
مکان اهو سراپ اچاريندو ٻڌي ورتو ۽ وڃي ڪانئس

شڪنتلا جي پاران ڪميا گهرايائون. تنهن تي رشي پرسن
ٿي ڪين چيو ته ڪنهن نشاني ڏيکارڻ سان اها وسر
ڦري سمراي جو روپ وٺندي. انهي وچار ڪان ته
شڪنتلا جي ڪومل هيڏين ڪي متان ڪو صدمو رسي
سندس ساهيڙين ساڻس انهي سراپ ملڻ جو ڪو به
ذڪر نه ڪيو. ڪڻو رشي تيرٿ ياترا تان موٽي آيو
۽ کيس شڪنتلا جي وهانو جي سموري سڌ پيئي. هن
پنهنجن ٻن ششن **شارنگرو** ۽ **شاردوت** ۽ **گوتمي**
سان گڏ شڪنتلا کي پنهنجي پتيءَ ڏانهن موڪليو.
رستي تي **شچي** تيرٿ تي پاڻ اشناني ڪندي شڪنتلا
جي هٿ مان اها منڊي ڪسڪي وئي جا راجا کيس
نشانيءَ طور ڏيئي ويو هو. انهيءَ جي جاڻ شڪنتلا کي
ڪي نه رهي. جڏهن هستناپور ۾ شڪنتلا پنهنجي ساٿين
سان گڏ راج دربار ۾ آئي تڏهن دروا سا رشيءَ جي سراپ
جي اثر هيٺ اچي راجا شڪنتلا کي اجوڳا وچن ٻوليا
۽ کيس پنهنجي استري ڪري سويڪار ڪرڻ کان
انڪار ڪيائين. شڪنتلا ٻي وس ٿي جڏهن ٿي راج
دربار مان ٻاهر نڪتي ته ڪيترن ماڻهن جي ڏسندي
آڪاس مان پرگهٽ ٿيل جوت کيس پاڻ سان مٿي اڏائي
کڻي ويئي. انهيءَ جوت ۾ شڪنتلا جي ماتا مينڪا هئي
جنهن کيس ماريچ رشيءَ جي آشرم ۾ وڃي رهايو ۽ سندس
پالنا ڪئي. شچي تيرٿ تي وڃايل منڊي هڪ مهاڻي

کي مڇيءَ جي پيٽ مان ملي. ھوا وٺڻ لاءِ ھستناپور
۾ آيو ته راجا جو نالو مُنڊي، تي اکريل ڏسي ڪيس
پوليس وارا پڪڙي راجا وٽ وٺي آيا. مُنڊي ڏسڻ
سان ڪيس شڪنتلا جي پريم جي سموري يادگيري اچي
وئي ۽ اھڙي پتورتا جو نرادر ڪرڻ ڪري ڪيس اڏاھ
شوڪ وٺي ويو. آخر اندر ديوتا جو سارٿي دئيتن سان
يڌ ڪرڻ لاءِ راجا کي وٺڻ آيو. اندر جو ڪارج پورو
ڪري جڏھن راجا موٽي ٿو، تڏھن رستي تي مارِيچ
رشيءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ سندس آشرم ۾ گھڙيو ٿو.
اتي پنھنجي پٽ "ڀرت" ۽ شڪنتلا سان ملاقات ٿي
ٿيس ۽ انھيءَ ميلاپ ۽ مارِيچ رشيءَ جي آشيرواد سان
ناٽڪ سماپت ٿو ٿئي.

مٿين ٽنھي ناٽڪن ۾ ڪاليداس پريم ڪھاڻيءَ جي
چرچا ڪئي آھي. پھرين ميلاپ تي ئي ناٽڪ (Hero)
۽ ناٽڪا (Heroine) جي من ۾ پريم پرگھٽ ٿو ٿئي؛
پورڻ پراپتيءَ ۾ ڪي وگھن اچي ٿا پون. آخر پريمين
جو اکنڊ ميلاپ ٿو ٿئي. ساڳيءَ وشيه تي سڄا سارا ٽي
ناٽڪ ڪاليداس ڇو وِھي لکيا، اھو ويچار ودوانن جي
من ۾ البت ڪتڪو پيدا ڪندو رھيو آھي. پر باريڪيءَ
سان جڏھن ٽنھي ناٽڪن جي پريم جي وارتا جي سمالوچنا
ڪجي ٿي، ٽنھي ناٽڪن جي پريم جي سدانتن ۾ گھڻو
تفاوت نظر ايندو. ڪاليداس پريم جو سروپ ٽنئيءَ

ڪرڻ ٿي چاهيو. سچو پريم ڇا کي ٿو چئجي ۽ اڪند
پريم ڪيئن پراپت ٿئي، انهيءَ ساڌن جي ساڌنا
ڪاليداس جي من ۾ آنند ماند لڳائي ڇڏي آهي. پهرئين
ناٽڪ ”مالوڪا گني متر“ لکي ڪاليداس کي سنتوش
ڪونه آيو. ٻئي ناٽڪ ”وڪرم وروشيءَ“ ۾ ڪيس
ترپت نه ڪيو. آخر ”شڪنتلا“ لکي پريم ۽ پريميءَ
کي ڪماليت تي پهچائي، ڪاليداس پاڻ سان گڏ
پنهنجي ناٽڪ کي به اَجر اَمر بڻائي ڇڏيو. مالوڪاگني
متر ۾ هڪ عيش عشرت ۾ ٻڏل عمر ۾ گهڻو چڙهيل
ننڍيءَ ڏي جيڏيءَ سندس محلات ۾ رهندڙ داسيءَ
جي پاڻرائن سونهن ڏسي مفتون ٿو ٿئي ۽ ڪيس
هٿ ڪرڻ لاءِ ڪيترائي جائز ۽ ناجائز رستا اختيار ٿو
ڪري. اهو پريم آدرشي پريم نٿو ٿي سگهي. ٻئي ناٽڪ
”وڪرم ورشيءَ“ ۾ اروشي سورڳ جي اپسرا ٿي ڪري
۽ هن دنيا جي هڪ راجا پروروا جي بهادري ڏسي
ڪيس پنهنجو پريتم ٿي بڻائي. اروشي سورڳ جي هڪ
درلڀ اپسرا آهي جا ڪنهن ديوتا کي ملڻ به مشڪل
آهي. اهو ويچار ڪري پروروا ساڻس گڏ پريم جي راهه
۾ راهي ٿو ٿئي. اروشيءَ جي وڇوڙي ۾ پروروا پاڳل
ٿي پهاڙن جي ٻيلن ۾ باد لن، وڻن، ولين، پکين ۽ هرڻن
کان پنهنجي پريتما جو ڏس پتو پڇي. سندس پريشانيءَ
۽ سرگردانيءَ جو نقش چٽيندي ڪاليداس جڻ ته اها

سگهيا ٿو ڏني ته ”مٿان ڪڏهن ڪي اپسرا سمجهي ساڻس
دل لڳائي اٿو. نه ته ٻورو وا وانگيان هوش حواس وڃائي
بيتال ٿيڻو پوندو.“ پر شڪنتلا جو پريم هڪ گرهست
آشرم جو پوتر پريم آهي. اهو پريم آهي وشو وياپي جو
جو سڀ ڪو گرهستي پنهنجي پتنيءَ سان نباهي ٿو
سگهي. هڪ انگريز ودوان ڊاڪٽر رائيڊر (Dr. Ryder)
انهيءَ تي لکي ٿو ته ‘No other poet in any land
has sung of a happy love between man and woman
as Kalidas sang’ يعني پرش ۽ استريءَ جي وچ ۾ آنند
دائڪ پريم جو ورڻن جهڙوڪ ڪاليداس ڪيو آهي
تهڙو ٻئي ڪنهن ملڪ جي ڪويءَ ڪونه ڪيو آهي.“
ڪٺن تپسيا کان سواءِ سچي پريم جي پراپتي ٿيڻ محال
آهي. شڪنتلا تپوبن ۾ رهي، پسن، پکين، وڻن، ولين
۽ مهمانن جي سيوا ڪري پنهنجي تپسيا کي پختو ڪندي
ٿي رهي. انهي جو ڦل کيس اهو ٿو ملي جو دشيمنت
جهڙو پتي پراپت ٿو ٿئيس. اهڙيءَ خوش نصيبي تي
البت غرور ٿو ٿئيس ۽ هوءَ بي پرواهه ٿي مائٽن جي
صلاح کان سواءِ پنهنجي مرضيءَ تي Love Marriage
گندرو وواهه ٿي ڪري. ڪاليداس اهڙي قسم جي
شادي جي برخلاف ٿو ڏسجي جڏهن ڪري شڪنتلا
جو اپمان ٿو ڪرائي. شڪنتلا اهڙي پتي کي Divorce
طلاق نٿي ڏئي بلڪ من ۾ شانتي ڌارڻ ڪري ماريچ

رشي جي آشرم ۾ وڃي تپسيا ٿي ڪري. دشيمنت
جيتوڻيڪ پهرين شڪنتلا جي ٻاهرين روپ تي ريجهيو هو
ته به شادي ڪان اڳ اهو چڱي طرح ويچار ڪيو هوائين
ته شڪنتلا سان شادي جائز ٿيندي يا نه.
ڪيس جڏهن اها خاطري ٿي ته هوءَ رشيءَ جي ڪنيا
نه آهي ۽ ڪشتري سان واهه ڪرڻ جي اڌڪار آهي،
تڏهن ٿي سائس پريم جي پيچري ۾ اڳتي وڌيو. وري
جڏهن شڪنتلا سندس دربار ۾ ٿي اچي، تڏهن البت
سندس روح شڪنتلا جي سونهن ڏانهن ڇڪجي ٿو
وڃي لوڪ مريادا جو خيال ڪري پرائي استري کي
ٻانهن وٺ رهائڻ اجوڳو ٿو سمجهي. سندي ماڻ ٿي
سندس سيني ۾ سمايل پريم جو سمنڊ اٿل کائي ٻاهر
ٿو نڪري. پڇاڙيءَ جي وڇوڙي جي باهه ۾ جلي
ڪندڻ جيان شڌ ٿي ٿو پوي ۽ ڪيس پريم جي مورتي
شڪنتلا جي پراپتي ٿي ٿئي. اسان جي پارس پوڄي
ته اڄ دشيمنت روپي ولاس ۾ ٻاڻ پلائي ويٺي آهي.
دروازي تي پورو لهو ٻن جو رهواسي برهمچاري جي
ساڪيات مورتي دروسا آواهن ٿو ڪري پر شڪنتلا
رڻ ڀي پارس پوڄي جي ڪن تي پڙلاءُ ڪونه ٿو پوي.
جنهن ڪري نتيجو اهو ٿو نڪري جو هرهند سندس
ايمان ۽ ترسڪار ٿو ٿئي. وشيه ولاس کي ڇڏي جڏهن
پارس پوڄي شڪنتلا وانگيان شانت من سان مارڳ

ڇهڙن رشين جو آسرو ورتي، جهون کي ساد و ۽ پوتر رکي تپسيا کي ساڌن بڻائيندي، تڏهن کيس پرت ڇهڙو پتر پراپت ٿيندو جو سندس بعد خلاص ڪري کيس اکنڊ سک حاصل ڪرائيندو.

وڪرموروشيءَ جي سنکيپ ۾ ڪٿا مٿي ڏني ويئي آهي. جيتوڻيڪ هن ناٽڪ جو ناٽڪ پورو روا آهي، اُن هوندي به اُروشي جو وڪرم سان ناتو جوڙڻ ۾ ڪاليداس جو خاص مطلب هو. اها ڳالهه عالم آشڪار آهي ته ڪاليداس وڪرماديتيه جي نون رتنن مان هڪ هو. هن پنهنجي گڻ گراهڪ مهاراجا جو نالو پنهنجي ناٽڪن جي دوران ۾ امر رکڻ ٿي چاهيو. وڪرم جي معنيٰ بهادري آهي. بهادري لفظ لاءِ سنسڪرت ۾ گهڻيئي شبد آهن پر وڪرم شبد جي چونڊ ڪاليداس مهاراجا جي مهتو وڌائڻ لاءِ ڪئي آهي. مول سنسڪرت ناٽڪ ۾ به چئن پدن هيٺ ڪاليداس اهو لفظ اهي پاونا سان ڪم آندو آهي.

هن ناٽڪ ۾ خوبين سان گڏ ڪي اوڻايون به آهن. جئن ته :- ١. پهرئين انڪ ۾ رفتار ڍلي آهي ٢. ٻي ۽ ٽين انڪ ۾ براهمڻ جي گڏ جاٽي ساڳئي نموني ڏيکاريل آهي. ٣- راڻيءَ کي نيڪ نموني منچ (اسٽيج) تي آڻي کيس اٿسهائيندي نموني اُماڻيو ويو آهي. ٤. پنجين انڪ ۾ اُروشي کي سندس اصلوڪي سروپ ۾ آڻڻ

لاءِ سنگمنيہ مٺيءَ جي ايجاد ڪئي وئي آهي. ساڳيءَ
طرح ٻنهي پريمين جي صحبت دائم رکڻ لاءِ ناردمنيءَ
جي معرفت اِندر جي سنديش جو آڌار ورتل آهي.
اهي ٻئي واقعا سياوڀڪ پيا لڳن. ۵- اروشيءَ جي گهاٽي
۾ گهاٽي ساهيڙي چتر ليکا ٻنهين انڪ ۾ سماپتي وقت
نظر نٿي اچي. ٦. ٻنهي پريمين جي پريم جو مدار اِندر
جي ديا تي ٻڌل آهي. ۷- اروشيءَ کي پراپت ڪرڻ
لاءِ پرورَوا ڪو ٻہ جڳہ تپ يا سادن ڪونہ ڪيو آهي.
رڳو سنديس وڇوڙي ۾ ورلاپ پيو ڪري. ۸- چوٿين
۽ پنجين انڪ جي وچارين گهٽنائن جو ٻارهن سال
عرصو پوريءَ ترتيب سان ڏيکاريل نہ آهي.

مٿين نقص کي نظرانداز ڪري ناٽڪ ۾ جي درليڀ
وشيشتائون آهن سي هيٺ ڏجن ٿيون.

۱- ناٽڪ جي شروعات ڏاڍي سونهائيندي نموني
۾ ٿي آهي. ۲- پهرين انڪ ۾ پرورَوا جو پرويش سياوڀڪ
۽ موهيندڙ آهي. ۳- پريمين جي پريم جو رفتہ رفتہ
واڌارو سياوڀڪ نموني ڏيکاريل آهي. ۴- پهرين انڪ
۾ سرڳ جو نظارو ۽ واٽا ورڻ ڏاڍا شوڀنيڪ پيا لڳن.
۵- سرڳ ۽ پرٿوي، ٻنهي لوڪن جو ميلاپ ڪاميابيءَ
سان ڪرايو ويو آهي. ٦- سرڳ جي پراڻين ۾ مرتيو لوڪ
جون ڀاونائون وچتر نموني سان ورڻن ڪيل آهن. ۷-
ناٽڪ ۾ گهٽنائن دل ڇڪيندڙ نظارا ۽ واردائون آهن.

٨- جان تان ناٽڪ ۾ شاعري ڀرپور آهي. ٩- ودوشڪ
جو هاسيه رس ونددرائيندڙ ۽ تازگي پيدا ڪندڙ آهي.
١٠- ٻن دنيائن جو ميلاپ ڪرائڻ هن ناٽڪ جي خاص
خوبي آهي. ١١- ناٽڪ جو واتاورڻ ديولوڪ جي وصفن
سان ڀرپور آهي. ١٢- ناٽڪ ۾ جتي ڪٿي منوهر ورڻن
۽ لبائيندڙ نظارا پکڙيل آهن.

مٿين وصفن کان سواءِ هن ناٽڪ جو چوٿون انڪ
ڪاليداس جي هڪ بي نظير ۽ ڏرلڀ رچنا آهي. سڄي
انڪ ۾ هڪ ئي پاتر راجا پروروا ڪنهن به ڪارگذاريءَ
کان سواءِ پنهنجو پارٽ سان پيو ڳالهائي ۽ سوال جواب
ڪري. اهوئي هڪ ناٽڪ آهي جو سڄي ناٽڪ ئي
ڪٽي ايندو آهي. هن انڪ ۾ هڪ پريم ۾ پاڳل ٿيل
پريميءَ راجا پروروا جو درشن ٿو ٿئي. هو پنهنجي پريم
جو اظهار سنگيت ميه ڪوتا (Lyric) جي دوارا ٿو
ڪري. همبولٽ Hamboldt هڪ يورپي ودوان جو ان
بابت هي رايو آهي. “The scene is one of the
most beautiful and poetical productions which
have appeared in any time.

پرڪرتي (Nature) پريميءَ جي هردي تي ڪهڙو
پرڀاءُ ٿو وجهي، انهيءَ جو وياکيان ڪاليداس پنهنجيءَ
هن اتم رچنا ۾ ڪيو آهي. پرڪرتيءَ جو سندر ۽ شانت
وشيه ولاس منش جي هردي کي ڪيئن ٿو ڏوڏي ۽

وھلور ڪري؛ ان جو چٽو چٽ ان ۾ ڏيکاريل آهي. پرماڻيءَ
جي قياس جوڳي حالت ڏسي بادل غمگينيءَ
وچان ڳوڙها ٽا ڳارين. پکي ۽ پشو سڀ پرماتما جو
پيغام سڻائي ڪين ڪجهه ڏيئي ڏني سگهن ٿا! ڪويءَ
پلا هن اچانڪ وڇوڙي جي سرشٽي ڇو ڪئي؟ ان
گهٽنا ۾ هن جو اندروني مطلب ڪهڙو هو؟ ڇا هو
اسان کي اهو سبق سيکارڻ ٿو چاهي ته ڪڏهن به اهڙا
جهڙي سڌريءَ سان نيڻهن لڳائڻ جو انيڀ دک سان
پريل آهي؟ ڪويءَ جو اهو اديش ٿي نٿو سگهي. ڪري
اسان جي دلين ۾ اڪرڻ ٿو چاهي ته جڏهن وستوءَ لاءِ
ڪو ادم يا جفاڪشي ڪيل نه آهي اها چيز گهڻو وقت
جٽاءُ نه ڪندي Easily got and easily lost اروشيءَ
کي پراپت ڪرڻ لاءِ پرورا کاڻ تڪليف ڪاڻ ورتي
آهي. هو رڳو سڌو پيو ڪري، پنهنجين اڇائن جو
اظهار پيو ڪري، ڪم پيو ڪٽي ۽ پنهنجي پاڻ کي
پيو لوڙي. پرورا جو پريم رڳو وشيه ولاس ۽ اندرين
جي ترپتيءَ لي بدل آهي. انهيءَ پريم جي شڌي ڪرڻ
لاءِ هن کي اوس ڪا سادنا ڪرڻ کپي. اروشيءَ کي
به پنهنجو انساني سڀاءُ مٽائي پنهنجي پريم کي ديوي
سمپدا جو گڻ بڻائڻ لاءِ ڪا تپسيا ڪرڻ کپي. ان جو
چٽو درشن ڪرائڻ لاءِ ڪاليداس هن ناٽڪ جي رچنا ڪئي
آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته هيءُ ناٽڪ بي مثل
پاونائن سان ڀرپور آهي.

٦. شاهه صاحب جون سورميون سنڌيءَ ۾ پرسڌ آهن اهڙيءَ طرح ڪاليداس جون سورميون ٻه ڀهڄو مت پاڻ آهن. Ryder صاحب، هڪ انگريز ليکڪ جي مت موجب شيڪسپيئر وانگيان ڪاليداس ئي هڪڙو ڪوي آهي جنهن جون سورميون سندس سورمن ڪان وڌيڪ ڪشش ڪندڙ آهن. ڪاليداس جون سورميون وقت، ذات ۽ ديش جي پابنديءَ ڪان دور آهن، ڪاليداس جيڪي به سورميون پيدا ڪيون آهن سي سڀ ڀن ڀن پرڪار جون، سڀاءُ هلت چلت ۽ اداڪاريءَ ۾ بلڪل هڪ ٻئي ڪان علحده يون، پر سچائيءَ، پريم ۽ لگن ۾ هڪ ٻي ڪان وڌيڪ جهڙن ته شڪنتلا، اندومتي سيتا، پاروتي، يکش جي پتني، اروشي، مالوڪا وغيره.

ڪاليداس جي ناٽڪن مان **شڪنتلا** جو ترجمو سنڌي جي مشهور عالم **پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ** جو قلم ٻڌ ڪيل اڳ ئي سنڌي ساهتيه ۾ پرسڌ ٿي چڪو آهي. هي سندس ٻيو ناٽڪ **وڪرم ارُوشي** نوجوان **پروفيسر ديال "آشا"** جي قلم جي ڪاميابي آهي. مون هي ناٽڪ اصل سنسڪرت ناٽڪ سان ڀيٽي ڏٺو آهي. مونکي تصديق ڪندي پرسنتا ٿي ٿئي ته ڪاليداس جو سمورو ڀاءُ، امنگ ۽ جذبو منجهس جان تان جذب ٿيل آهي. ٻولي نزاڪتدار، سليس ۽ سپڪ آهي. اميد ته سنڌي جنتا هن محنت جو پورو پورو قدر ڪندي.

# ناٽڪ ۾ ڀاڱو وٺندڙ

## پرش پاتر

هدايتڪار —

پار پارشوڪ — هدايتڪار جو نائب

راجا پرورو — ناٽڪ جو نائڪ

ودوشڪ — راجا جو ساٿي

چترٿ — گنڌرون جو راجا

گالو ۽ پالو — ڀرت منيءَ جا ٻه شش

ڪنچڪي — راج ڀون جو پردان ڪرمچاري

ونتالڪ — راجائي چاڪر

آيس — راجا پرورو ۽ اروشي جو پٽر

نارد مني

## استري پاتر

اروشي — ناٽڪ جي نائڪا

چترليکا — اروشيءَ جي ساهيڙي

سهجنيا، رمڀا ۽ مينڪا — اروشيءَ جون ساهيڙيون

ڪاشيراجپتري — راجا پرورو جي پتني ۽ ڪاشيءَ جي راجا جي ڌيءَ

نپوڻڪا — راڻيءَ جي نوڪرياڻي

تاپسي — رشي چيون جي آشرم ۾ رهندڙ تپسوڻ (ستيوتي)
(هيءَ پاتر جن جو ذڪر اچي ٿو)

اندر — ديوتائن جو راجا

ڪيشن — راڪشس جنهن اروشيءَ کي ڀڄائي ٿو

ڀرت — ڀرت مني ناٽيہ شاستر جو رچنا.

چيون — مهرشي.

ॐ

# وڪرم اُروشي

## انڪ پهريون

پرش هڪ آهي جڳت ۾ ويد ڪن جنهنجو بيان،
سو هلي جنهنجي اشاري لي زمين ۽ آسمان.

ڌيان هنجو پريم شرڌا سان ڌيائن جسي مدش،
مهر جي ورکا وسائي ٿن مٿان سو مهربان.

هوني هڪ آ، نام جنهنجو پورو پورو ايشور،
جو امر آهي سدائين ۽ وياپڪ هر مڪان.

پراڻ روڪي مکتي چاهڪ من ۾ جنهنجي کوج ڪن،
سو ڪري ڪلياڻ سڀ جو پورو شنڪر شو مهان.

(پرارٿنا جي پوري ٿيڻ تي)

هدايتڪار:- پوري ريت وستار ٿي چڪو. (پردي ڏانهن نهاريندي)

مارش! هيڏانهن اچ.

پارپارشوڪ:- (اندر اچي) آگيا مهاراج!

هدايتڪار:- مارش! ودوانن جي هيءَ سڀا پراچين ڪوين جي رسيلن رچنائن جو رس پراپت ڪري چڪي آهي. اڄ مان هن سڀا جي اڳيان ڪاليداس جو نئون رچيل ناٽڪ وڪرم اُروشي پيش ڪندس. پاترن کي چئه ته پنهنجي پنهنجي ڀاڱي وٺڻ لاءِ تيار رهن.

پارپارشوڪ:- جيئن اوهانجي آگيا!

(ائين چئي هليو وڃي ٿو)

هدايتڪار:- (من ۾) تيستائين مان هن کي نويدن ڪريان. (درشڪن کي نمسڪار ڪري چوي ٿو)

سڄڻو! اسان تي ڪرپا ڪري. پا هن ناٽڪ جي ناٽڪ جي سمان وچان؛ اوهين هڪ چت ٿي ڪاليداس جي هن مهان رچنا جو رس وٺو.

(پردي پٺيان آواز ٿئي ٿو)

ڀڄائي! ڀڄائي! جو ديوتائن جو ساٿي هجي

۽ جنهن جي آڪاس تائين پهچ هجي سو اسان
کي بچائي!

هدايتڪار:- (اهو ٻڌي ڪري) اڙي هي ڇا! منهنجي
نويدن ڪرڻ کان پوءِ اچانڪ آڪاس مان
چلائيندڙ ڳجهن جو آواز اچي رهيو آهي!
(سوچي ڪري) ٺيڪ، سمجهي ويس!
نارائڻ ڀڳوان جي سٿر مان پيدا ٿيل اپسرا
اروشي ڪئلاش ناٿ (ڪبير) جي سيوا ڪري
واپس وري رهي هئي ته ڪيس وچ رستي
تان ڪي دئيت پڪڙي وڃائي ويا آهن،
انڪري اپسرائون واهر لاءِ واجهائن ۽
ٻاڏائن ٿيون.

(ٻاهر وڃي ٿو)

(پرستاونا سماپت)

(اپسرائون اچن ٿيون)

اپسرائون:- بچائي! بچائي! ڪوئي ديوتائن جو سهايڪ
اسانکي بچائي! جنهن جي آڪاس تائين پهچ
هجي سو اسانکي بچائي!

(راجا رٿ تي پنهنجي ساريءَ سان اچي ٿو)

راجا:- بس ٻاڏايو نه، مان راجا پرو روا آهيان؛ سورج
ديوتا جي اپاسنا ڪري موٽي رهيو آهيان.
ٻڌايو توهان کي ڪنهن کان بچايان؟

رمبا:- دئيتن جي حملي کان!

راجا:- دئيتن توهان تي ڪهڙو حملو ڪيو آهي؟

مينڪا:- مهاراج! اسانجي پياري ساهيڙي اُروشي
جنهنکي ديوراج اندر مهاتپسوين جي تپسيا
ڀنگ ڪرڻ لاءِ هٿيو ڪري ڪم آڻيندو آهي
۽ لڪشمي جنهنکي پنهنجي سندرتا تي
ايمان آهي، سا به جنهن کي ڏسي، شرمندي
ٿي ويندي آهي ۽ جا اسانجي هن سرڳ جو
سينگار آهي اها اُروشي ڪبير جي
محلات مان واپس وري رهي هئي، ته وچ
رستي تي ڪي انکي ۽ چترليکا کي ڪوئي
راڪشس پڪڙي ويو.

راجا:- ڪائي خبر اٿو ته اهو دشت ڪهڙي
طرف ويو؟

سهجنيا:- اتر اوڀر طرف.

راجا:- ديويون دکي نه ٿيو! مان اوهان جي ساهيڙيءَ
کي واپس آڻڻ ۾ آڪاش ۽ پرٿوي هڪ ڪري
ڇڏيندس.

سيٽي:- چندرونشي راجا کي ائين سونهين ٿو!

راجا:- پر اوهين مون لاءِ ڪٿي ترسنديون.

سيٽي:- هيمڪرت جبل جي چوٽيءَ تي.

راجا:- سارٿي! گهوڙن کي اتر اوڀر طرف تيزيءَ سان وٺاءِ.

سارٿي:- جا آگيا مهاراج! (چابڪ اٿو سار ڪري ٿو)

راجا:- (رٿ جي رفتار ڏانهن نهاريندي) ڌنيواد! ڌنيواد! رٿ جي هن رفتار سان مان گرڙ کي به گوءِ ڏئي سگهان ٿو.

رٿ ايڏو ته تيزيءَ سان هلي رهيو آهي جو انهي سامهون جي بادل آهن سي پٺيان ڏڏڙ وانگر ٿي پيا آهن. هن جا ڦيٿا ايتريءَ ته تيزيءَ سان هلي رهيا آهن جو ته ڦيٿن جي ڦيرن ۾ گهٽائي ڦيرا نهندا پيا وڃن. گهوڙن جي مٿي تي چونڊلون ائين رکيل آهن جڻڪ اهي چتر ۾ چٽيل آهن ۽ هوا جي تيز اگرڻ ڪري جهنڊي جو ڪپڙو جهنڊي جي ڏنڊيءَ ۽ پٺڀي ڀاهران سڌائيءَ ۾ سڌو ڦڙڪي رهيو آهي.

(رٿ تي سوار راجا ۽ سارٿيءَ جو وڃڻ)

سهجنيا:- سکيون! راجن ته ويو هلو ته مٿرو منزل ڏانهن هلون.

(سپيڪي جبل تي لهن ٿيون)

ومپا:- ڏسون ته راجرشي اسانجي دل جو ڏک دور ڪري سگهي ٿو!

مينڪا:- پڻ ان ڳالهه ۾ شڪ نه آهي. جڏهن ديوتائن
۽ دئيتن جي جنگ جٽڻ واري هوندي آهي
تڏهن ديوراج اندر پڻ هن راجا پروروا کي
پرٿوي لوڪ مان گهرائي پنهنجي سدائين سوڀاري
سينا جو سيناپتي مقرر ڪندو آهي.

رمڀا:- شل هو سدائين سوڀ جو سهرو ٻڌي!

مينڪا:- (ٿورو ترسي) سکيون! ڌيرج ڌاريون، ڌيرج
ڌاريو! هو سومدت رٿ اُن راج رشيءَ جو
هرڻ وارو جهنڊو ڦهرائيندو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هو ٻدا
اديش پوري ڪرڻ جي واپس نه وريو هوندو.

(سڀئي اکيون ڦيرائي ڏسن ٿيون)

(رٿ تي سوار راجا، سارٿي ۽ اُروشي
جنهنجون اکيون ڊپ وچان بند آهن ۽ جنهن
چترليکا جي سڄي هٿ جو سهارو ورتو آهي،
پرويش ڪن ٿا.)

چترليکا:- پياري سکي! ڌيرج، ڌار! ڌيرج ڌار.

راجا:- سندري! ڊپ نه ڪر.
جيڪو هراس ديوتائن جي دشمن پيدا
ڪيو هو سو هليو ويو. ڇو ته اندر وڄر جي
جهليندڙ جي شخصيت ٽنهي لوڪن جي رکشا
ڪري ٿي. هاڻي تون پنهنجي انهن وڏن
وڏن اکين کي ائين کول جئين پره ڦٽيءَ جو
ڪملني پنهنجا نيڻ کوليندي آهي.

چترليکا:- هيءَ اڃا هوش ۾ ڪونه آئي آهي، پر هن جي ڊگهن ڊگهن ساهن کڻڻ مان سمجهي سگهجي ٿو ته هو جيوت آهي.

راجا:- وچاري! ڏاڍو ڏکي ويئي آهي. هن جي ڇاتيءَ تي لڳل هري چندن جي ليپ جي هيٺ مٿي ٿيڻ سان پتو پوي ٿو ته هراس وچان پيدا ٿيل ڏڪڻي هن جي گل جهڙي شرير کي اڃا تائين نٿي ڇڏي.

چترليکا:- سکي! هوش ۾ اچ هن حالت ۾ تون اپسرا نٿي ڀاسين.

(اُروشي هوش ۾ اچي ٿي)

راجا:- (خوشيءَ وچان چترليکا کي چوي ٿو) تنهنجي پياري سکي هوش ۾ آئي آهي. هيءَ گل بدن بيهوشي دور ٿيڻ تي ائين ڏسڻ ۾ ٿي اچي جئن چندرما جي نڪرڻ سان رات اونداهه مان مڪت ٿي چمڪندي آهي يا جئن رات جو ٻرندڙ باهه جي لاٽ دونهي ختم ٿيڻ تي چمڪو ڪيندي آهي يا جئن گنگا نديءَ جو پاڻي ڪناري جي مٽيءَ ڪرڻ ڪري ميرو ٿي آهستي آهستي نرمل ٿيندو ويندو آهي.

چترليکا:- سکي! چنتا نه ڪر، ديتن کي سچ پچ جيتيو آهي.

اُروشي :- (اکيون کولي کري) ڪٿهن پرياوشالي مهاراج اندرا!

چترليکا:- نہ ديوراج اندر، ليڪن راجرشي پرورواجو اندر جهڙوئي پراڪرمي آهي.

اُروشي:- (راجا ڏانهن نهاريندي پاڻ کي) سچ پچ ديئن مون تي ديا ڪئي آهي.

راجا :- (اروشيءَ ڏانهن گهور ڪري پاڻ کي) رشي نارائڻ کي ڀرمائڻ لاءِ جيڪي اپسرائون وتس ويون هيون، انهيءَ رشي نارائڻ جي ستر مان پيدا ٿيل هن اُروشيءَ کي ڏسي شرمائجڻ پرابرهو. اٿين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هنجي رچنا ڪرڻ وقت چانڊوڪي ڏيندڙ چندرما پاڻ برهما ٿيو هوندو يا شرنگار رس جي ديوتا ڪامديو هن جي رچنا ڪئي هوندي يا گلن سان ڀرپور بسنت جي مدد هنجي اُتپتي ڪئي هوندي نہ تہ ڪيئن پلا هن جهڙ تپسويءَ جنهن سڄي جيون ويدن جي ابياس ۾ وتائي ڪئي آهي، جنهن دنيوي وشيہ وڪارن جو تياڳ ڪيو آهي، هن موهيندڙ مورتيءَ جي اتپتي ڪئي هوندي؟

اُروشي:- سکي! اسانجون سکيون ڪٿي هونديون؟

چترليکا:- راڄن جڏهن اسان جو ٻ پ نورت ڪيو آهي تڏهنکي اها ڄاڻ آهي.

راجا:- (اروشيءَ ڏانهن نهاريندي) اهي تمام اداس آهن، تڏهنڪري انهن ڏانهن هلو. اي سندري! جيڪو تنهنجو هڪوارني درشن ڪري ٿو سو تنهنجي وره ۾ وياڪل ٿئي ٿو، پوءِ تنهنجي سک جي سنڀال ساهيڙين جي ڇا ڳالهه ڪجي!

اروشي:- (ٻاهرو ٿي) سچ پچ هن جي منهن مان موتي ٿا ٽپڪن. اها ڪهڙي عجب جي ڳالهه آهي جيڪڏهن چندرما مان امرت ٽپڪي. (ڏاڍيان) هن جي ملڻ لاءِ منهنجو من ٻانڌو آهي.

راجا:- (هٿ سان اشارو ڪري) هي سوپياوان سندري! تنهنجون ساهيڙيون هيمڪوٽ جبل تي تنهنجي درشن لاءِ اهڙين واجهه وجهي رهيون آهن جئن ماڻهو گرهڻ ۾ ڇٽل چندرما ڏانهن نهاريندا آهن.

چترليکا:- سکي! ڏس.

اروشي:- (پريم ڀريل نيڻن سان راجا ڏانهن نهاري) هن منهنجي پيڙا ڀرياڳي پاڻي ٿي موٽکي پنهنجي نيڻن ۾ سمائي ڇڏيو آهي.

چترليکا:- (مشڪي ڪري) سکي ڪنهن؟

اروشي :- ان سکين جي ٽوليءَ.

رمڀا:- (خوشيءَ وچان) مهاراج اسانجي پيارين سکين اروشيءَ ۽ چترليکا کي ائين واپس آڻي رهيو آهي، جئن چندرما ٻن وشال نکٽرن سان.

ميڻڪا:- (چڱي طرح نهاري) اسان جا ٻئي ڪارج راس ٿيا. سکيون ٻ سک سان واپس آيون ۽ راجا کي ٻ ڪجهه نقصان نه پهتو.

سهجنيا:- سکي! تون سچ ٿي چوين، دئيتن کي جيتڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

راجا:- سارٿي! هيءَ ٿي اها پروت جي چوٽي آهي. رٿ کي هيٺ لاهه!

سارٿي :- جئن اوهانجي آگيا! (سارٿي ائين ڪري ٿو)

راجا:- (ڦيٿن جي لوڏي ڏانهن اشارو ڪري پاڻ کي) هن لاهيءَ تي لهڻ مون لاءِ لاڀدايڪ ٿيو آهي. رٿ جي جهرڻ ۽ لوڏن ڪري جئن ٿي منهنجو هي ڪلهو هن (اروشي) جنهنجا وڏا نيترآهن ۽ رانون رٿ جي ڦيٿي جيان گول آهن، سان لڳو تئن ٿي منهنجا روم ڪڙا ٿي ويا. ائين لوڏڻ مون اچي جڻڪ پيار جو ٻج ڦٽي نڪتو آهي

اروشي :- سکي! ٿورو هوڏانهن ته سر.

چترليکا:- (مشڪي) نه مان نٿي سري سکهان!

رمڀا:- سکيون! اچو ته راجن جو سواگت ڪريون.

(سڀ اڳتي وڌن ٿيون)

راجا:- سارٿي! رت کي بيهار. هيءُ سمند ۽ پرون واري اُروشي پنهنجي ٻن ساهيڙين سان ائين ملي جئن بسمت جي سوڀيا ولين سان ملندي آهي.

(سارٿي رٿ بيهاري ٿو)

اپسرائون:- مهاراج! اوهانجي وجيه جون اوهانکي واڌايون.

راجا:- اوهانکي پنهنجي سکيءَ سان ملڻ جون واڌايون.

اروشي:- (چترليکا جي هٿ جو سهارو وٺي رٿ تان لهي) اچو سکيون! مونسان ڀاکر پايو. سچ پچ مونکي اوهان سان موٽي ملڻ جي ڪا به اميد ڪانه هئي.

(سڀ سکيون اُروشيءَ سان ڀاکر پائن ٿيون)

رميا:- (راجا ڏانهن اشارو ڪندي) شل اوهين پرٿويءَ جو جڳان جڳ پالن ڪندا رهو!

سارٿي:- مهاراج! اوڀر کان ڪنهن رٿ جي تيز رفتار جو آواز اچي رهيو آهي. آڪاس مان هن پروت جي چوٽيءَ تي ڪوئي ٽپهل سون جا ڪنگڻ پهري ائين لهي رهيو آهي، جئن وڄ وارو بادل پروت تي لهندو آهي.

سهجنيا:- (مٿي نهاري) هان! چتر رٿ!

(چتررٿ رٿ تان لهي ٿو اچي)

چتررٿ:- (سمان وچان راجا ڏانهن ڏسي) راجن! اوهين اهڙا نہ مهان پراڪرمي آهيو جو اوهان ديوراج اندر تي بہ اپڪار ڪيو آهي.

راجا:- او گندرو راج! مترنج آيا!

(ٻئي هڪ ٻئي سان ملن ٿا)

چتررٿ:- اُروشيءَ کي ڪيشي نالي راڪشس پڪڙي ويو آهي، اهو سماچار نارد منيءَ جي واتان سڻي اندر ان کي واپس آڻڻ لاءِ گندرو سيدا کي آگيا ڪئي، تہ هن رستي تي ئي چارڻن کان اوهانجي وجيہ جا گيت ٻڌي اوهان وٽ آيو آهيان. هاڻي هن اُروشيءَ کي مونسان وٺي هلي ديوراج اِندر جو درشن ڪريو. اوهان سچ پچ هن جي دل وٽان سيوا ڪئي آهي. پهرياڻين رشي نارايڻ هن اروشيءَ جي رچنا ڪري اندر کي سوکڙي طور ڏني هئي، هاڻي توهان هن کي دئيتن جي چنبي مان ڇڪي ڪري مترتا جي نالي اندر جي هٿن ۾ سونپيو ٿا.

راجا:- مترائين نہ چئو! هي ديوراج اندر جو ئي پراڪرم آهي، جو هن جا ساٿي دشمن تي جيت پائين ٿا. شينهن جي گجگوڙ جو پڙاڏو غفائن ۾ گونجدي ئي هاٿين کي بہ هلاڪ ڪري ڇڏيندو آهي.

چتر رٿ :- ائين ٻاهر آهي! تهنجي سور ويرتا جو ڳهڻو آهي.

راجا :- متر! ديوراج اندر سان هن سمي ملڻ مرقعائتو نه آهي، تنهڪري اوهين هن کي پاڻ سان وٺي وڃو.

چتر رٿ :- جهڙي اوهانجي اڇا! (اپسرائن ڏانهن) اوهين هيڏانهن اچو!

اُروشي :- (پاسيرو) سکي چتر ليکا هن پراپڪاري راجا سان موڪلائيندي مونکي لڄ ٿي ٿئي؛ تنهڪري مون پاران تون ڳالهاءِ.

چتر ليکا :- (راجا جي پرسان وڃي) مهاراج! اُروشي ونتي ٿي ڪري ته جيڪڏهن اوهانجي آگيا هجي ته سرڳ لوڪ ۾ وڃي اوهانجي ساراهه جون سرڪيون پريان.

راجا :- ڀلي وڃو! پر وري درشن ڏجو.

(سڀئي اپسرائون گندرو راج چتر رٿ سان گڏ آڪاس ڏانهن اڏامڻ ٿيون.)

اُروشي :- اڏامندي رڪجڻ جو ڏيکاءُ ڪري ٿي! اڙي! منهنجي موتين جي مالها ولين جي شاخن ۾ اٽڪي پيئي آهي. (انهي بهاني منهن ڦيرائي راجا ڏانهن گهوري نهاري ٿي.) چتر ليکا! ان کي ته ڇڏاءِ.

چتر ليکا :- (مشڪي) اڙي! هيءَ ته تمام ڏاڍي اٽڪيل

آهي هن کي ڇڏائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي تنهن
هوندي به مان ڪوشش ڪندس.

اُروشي:- (مشڪي) سکي! ياد ڪجانء پنهنجا اهي وچن.
(چترليکا ڇڏائڻ جي اداڪاري ڪري ٿي)

راجا:- (پاڻ کي) اي ول! تو هنکي پل ڪن روڪي
مون تي اُپڪار ڪيو آهي؛ ڇو ته هيڏانهن
منهن ڦيري، ڪمان جهڙن اکين سان نهاريندڙ
سندريء جو مان وري درشن ڪري سگهيس.

سارٿي:- شل جگ جگ جيئو! اوهانجو هي وايو ياڻ
اندر جي اپراڌ ين کي کاري سمنڊ ۾ اڇلائي
انهن اوهانجي ترڪس ۾ واپس اچي پيو
آهي جئن ڪوئي وڏو نانگ پنهنجي ٻر ۾
داخل ٿيندو آهي.

راجا:- چڱو، هاڻي رٿ کي ٿورو هيٺ ڪري بيهار
جئن مان چڙهي سگهان.
(سارٿي راجا جي آگيا انوسار ڪري ٿو)
(راجا رٿ تي چڙهي ٿو ء اُروشي راجا ڏانهن
نهاري پنهنجي سهيلين ء چتررٿ سان رواني
ٿئي ٿي)

راجا:- اُروشيء جي وڃڻ واري رستي ڏانهن
نهاريندي) افسوس! ڪامديو ڪهڙو نه وچتر
آهي! جو ان وستوء جي چاهنا پيدا ڪري

ٿو جنهن کي پراپت ڪرڻ بلڪل ڪٺن آهي. هيءَ اپسرا آسمان ڏانهن اڏامندي مٺهڄيءَ دل کي شرير مان انهن زور سان ڪڍي، ڪٽي وڃي رهي آهي جئن شاهاڻي هنسڻي ڪمل جي ڏانڊيءَ مان تندون ڇڪيندي آهي جنهن جو اڳيون پاڇو اڳ ئي ڇڳل هوندو آهي.

(سڀ وڃن ٿا)

(پهريون انڪ پورو ٿيو)



# انڪ ٻيون

(ودوشڪ اچي ٿو)

ودوشڪ:- آھ ! ھا! جيئن نيندي ڏنل برھمڻ جو پيٽ
سوادي ۽ اُتم طعام کائي ڦاٽندو آھي، تيئن
راجا جي پيار جي رھڻي سان ڀريل مھنجو
پيٽ ڦاٽي رھيو آھي. ماڻھن جي وچ ھئڻ
ڪري چپن کي چونڊو به نٿو لائي سگھان ؛
تنھنڪري راجا جيستائين پنھنجي نياءَ گديءَ
تان لھي ھيڏانھن اچي تيستائين مان وماڻپڇند
(محل) جي آس پاس ٿو ٻيھان، ڇو ته اتي
ماڻھن جي اچ وڃ ڪونه آھي.

(چوڌاري گھمي ٿو ۽ ترسي ٿو)

(داسي اچي ٿي)

داسي:- (من ۾) ڪاشي راجا جي ڌيءُ، مھاراڻيءَ
مونکي اھا آگيا ڪئي آھي ته ”ھي نوڙتڪ
جڏھن کان مھاراجا سوريه ديوتا جي اُپاسنا
ڪري موٽيو آھي تڏھن کان ھو اُداس ؛

مايوس ٿيڻ ۾ اچي ٿو تڏهن ڪري ٿون ماڻوڪ
ڪان هن جي اداسائيءَ جي خبر لهي اچ."
هاڻي ڪيئن هن ٻانيڻ مان خبر ڪيان؟
جنهن گاهه جي نوڪن تي ماڪ ڦڙا گهڻو وقت
جٽاءُ نه ڪندا آهن تنهن هن (ودوشڪ جي
من ۾ راجا جو رهسيه گهڻو وقت نه ٽڪندو ۽
چڱو ڀريائين ان کي ڳولهيان ته سهين. (چوڌاريءَ
ڦري هن ڏانهن نهاري) اڙي! هي آريه
ماڻوڪ ته چتر ۾ چٽيل بانڊر جيان ايڪانت
۾ ويٺو آهي. چڱو وٽس وڃان ٿي. (پرسان
وڃي) آريه کي پرڻام!

ودوشڪ: شل وڌين ويجهين! (من ۾) هن دشٽ داسيءَ
کي ڏسي راجا جي پيار جو رهسيه منهنجي
هرديه کي ڇيري ٻاهر اچڻ ٿو چاهي. (ڏاڍيان)
چو نپونڪا اڄ تون سنگيت جو ابياس
ڇڏي ڪيڏانهن پئي وڃين؟

نپونڪا:- مهاراڻيءَ جي آگيا سان اوهانجي درشن
ڪرڻ اچي رهي هيس.

ودوشڪ:- مهاراڻيءَ جي ڪهڙي آگيا آهي؟

نپونڪا:- مهاراڻي چوي ٿي ته توهان هميشه اسانجو
اپڪار ڪندا آهيو هاڻي پڻ مون وياڪل کي
نه وسارجو.

ودوشڪ:- (دليلبازي ڪندي) منهنجي پياري مٽر
مهارانيءَ جي ورتڻ اهڙي ڪا ڳالهه ڪئي
آهي ڇا؟

نپونڪا:- اڄ ڪلهه مهاراج جڏهن سندريءَ لاءِ ورلاپ
ڪري ٿو تڏهن جو نالو وٺندي هن هڪڙو
دفعو رانيءَ کي پڪاريو.

ودوشڪ:- (من ۾) ڇا خود مهاراجا ئي رهسيه ظاهر
ڪري ڇڏيو آهي! پوءِ مان ڇا جي لئه زبان
تي مهر رکان؟ (ڏاڍيان) ڇا رانيءَ کي اروشيءَ
جي نالي سان پڪاريو ويو؟ جنهن هن ان
اپسرا جو درشن ڪيو آهي تنهن ئي هن جي
پريم ۾ انڌو ٿي پيو آهي. هن پنهنجي مايوسيءَ
ڪري نه صرف مهارانيءَ کي مونجهاري ۾
وجهي ڇڏيو آهي پر مون لاءِ به رڻ ڀاري
ڏنو آهي.

نپونڪا:- (پاڻ کي) مون راجا جي رهسيه جي قلعي ۾
ڇيد ڪيو آهي. (ڏاڍيان) آريه! مهارانيءَ کي
ڪهڙي خبر ڏيان؟

ودوشڪ:- نپونڪا! مهارانيءَ کي منهنجي پاران چئج
ته مان مهاراجا کي ان ڳالهه تان هٽائڻ جي
هرڪا ڪوشش ڪندس ۽ تنهن بعد ئي
مهارانيءَ جو درشن ڪندس.

(پردي پٺيان چارڻ)

"مهاراج! اڄ پراڻ جي جهڙ ٿئي! اوهين (پرو ر وا) ۽ سوريه ڀڳوان نت ساڳيائي ڪرڻ پيه پالن ڪريو ٿا. جيئن سوريه هن سنسار مان اونده کي هٽائي ڇڏي ٿو تيئن اوهان پرجا مان پرا ويچار ڪڍي ڇڏيو ٿا. تارن ۽ چندرما جو راجا سڄ ٿوري سمي لاءِ آڪاس ۾ آرام ڪري رهيو آهي اوهين پڻ هاڻي ڇهين پهر ۾ پنهنجي اڇا انوسار آرام ڪريو."

ودوشڪ:- (ٻڌي ڪري) منهنجو مٽر نياءُ گديءَ تان هيڏي اچي رهيو آهي؛ چڱو مان ٻي هنجي پرسان ٿوچان ٿو. (اٿين چئي هليو وڃي ٿو)
(وره ۾ وياڪل راجا ۽ ودوشڪ اچن ٿا)

راجا:- منهنجي جنهن هرديه ۾ ڪامديو ٻاڻ هڻي سرڳ لوڪ جي سندريءَ جي اچڻ لاءِ دروازو ناهيو هوان ۾ هوءَ ڏسڻ سان ٻي سمائجي وئي.

ودوشڪ:- (ٻاڻ کي) ڪاشي راجا جي پٽري مهاراڻي تمام دکي آهي!

راجا:- ڪيئن! تو منهنجو رهسيه نه ڪنهن سان ڪين سليو؟

ودوشڪ:- (دکه وچان ٻاڻ کي) افسوس! افسوس! مان هن دشٽ داسيءَ کان ٺڳجي ويس! نت ته مهاراجا مونکان هيئن نه پڇي ها!

راجا:- (شڪ وچان) تون شانت ڇو آهين؟

ودوشڪ:- مون اهڙو نه ڇپن ڪي ڇونو لائي ڇڏيو آهي، جو اوهان ڪي به هڪڙو جواب ڏئي نٿو سگهان!

راجا:- تيرِ ته اٿين ڪپي. هاڻي پلا پاڙ ڪي ڪيئن وندرايان؟

ودوشڪ:- هلو ته رنڌڻي ڏانهن هلون.

راجا:- اُتي ڇا آهي؟

ودوشڪ:- اُتي طرحين طرحين جا طعام تيار ٿيندا ڏسي اسانجي اُداسائي دور ٿي ويندي.

راجا:- (مشڪي) تون ته اُتي پنهنجون من پسند شيون ڏسي خوش ٿيندين، پر منهنجو من جيڪو اهڙي وستوءَ لاءِ آتو آهي جنهنجو ملڻ محال آهي سو ڪيئن راضي ٿيندو؟

ودوشڪ: اُروشيءَ اوهان کي ڏٺو آهي؟

راجا:- تڏهن ڇا؟

ودوشڪ:- نه پوءِ مان سمجهان ٿو ته ان کي پراپت ڪرڻ ڪٺن ڪين آهي.

راجا:- اها تون مون سان خوشامد ٿو ڪرين.

ودوشڪ:- اوهان جي انهن وچنن منهنجي هرده ۾ هرکر پيدا ڪئي آهي. ڇا اُروشيءَ جي سندرتا اهڙي انوکي آهي جهڙي منهنجي بدصورتي!

راجا:- ان جو انگ انگ اهڙو ته سندر آهي جنهنجو
ورڻن نٿو ڪري سگهجي. ٿوري ۾ ته يان
سان پڌ.

ودوشڪ:- منهنجا ڪن اوهان ڏانهن آهن.

راجا:- هي متر! هنجو سرير ڏسڻ جو به ڏسڻو آهي،
سينگار جي سامگريءَ جو به سينگار آهي.
سندرتا جو ورڻن ڪرڻ لاءِ جيهن وستوءَ سان
ڀيٽ ڪئي وڃي ٿي ان کي به هنجي اُپما
ڏئي سگهجي ٿي.

ودوشڪ:- سچ سڪايل آهيو جنهنڪري اوهان چڪر
جيان آڪاشي ورت رکيو آهي.

راجا:- وره ۾ وياڪل منش لاءِ ايڪانت کان سواءِ
ٻيو ڪهڙو استان آهي! تنهنڪري هل ته
پرمدبن ڏانهن هلون.

ودوشڪ:- (پاڻ کي) ڪهڙي واهه وڃان؟ (ڏاڍيان).
هن رستي مهاراج! هن رستي. (چوڌاري
ڦري ڪري) پرمدبن جي ڏاڪڻي هوا اوهانجو
سواگت ڪري رهي آهي.

راجا:- (نهاري ڪري) اٿين برابر آهي. ماڌوي ول
کي جهومائيندو ۽ ڪوندي ول کي نچائيندو
هي وايو ديوتا پريم ۽ آدارتا سان ڀريل موکي
ڪو پرامي لو ڏسڻ ۾ اچي.

ودوشڪ:- شل اوهانجو به انهن ميلاپ ٿئي! ٿورو ڦري
ڪري) اڇو! هي آهي پرمدن جو دروازو.
راڄن! اندر هلو.

راجا:- ڀرين ٿون ٿورو هل (ٻئي پرمدبن ۾ پرويش
ڪن ٿا) پريان ڏسي ڪري) متر! مون ارابر
ٿي سمجھو نه مهندجو هن بن ۾ اچڻ مهندجي
وياڪلتا کي دور ڪندو. مهندجي هردي
جي پيڙا کي دور ڪرڻ لاءِ هن بن ۾ منهندجو
اچڻ انهن ٿيو آهي جئن وهڪري ۾ ترڻ
واري کي پاڻيءَ مان ٻاهر اچڻ لاءِ وهڪري
جي ابتڙ ترڻو پوندو آهي.

ودوشڪ:- اهو ڪيئن؟

راجا:- تمام گهڻي تڪليف سان پراپت ٿيندڙ وستوءَ
جي چاهنا رکندڙ مهندجي ينڪندڙ من کي
ڪامديو اڃا ئي ڏاڍو ستايو آهي. انهن جي
وڻن ۾ بور ڦٽيو آهي، انهن جا پيلا پن ماڻهن
جي لڳڻ ڪري ڇڻجي رهيا آهن، پوءِ ڀلا
مونکي شانتي ڪيئن ايندي!

ودوشڪ:- مهاراج! ور لاپ نه ڪريو! جلد ئي ڪامديو
اوهان لاءِ آنند جو پيدا، آڻي اوهانجي اندر
جي اڇا پوري ڪندو.

راجا:- سڀ وچن!

ودوشڪ:- راڄن! بسنت جي اچڻ سان پرمد بن ڪهڙو نه وڻندڙ ٿيو لڳي!

راجا:- (هر هڪ وڻ ڏسي رهيو آهيان) هتي ڪربڪ جو گل آهي جو ٻنهي پاسن کان سانوري رنگ جو آهي، جنهنجو مٿيون ڀاڱو اسٽريءَ جي ننهن جيان ڳاڙهو آهي، ٻنهنجي ڳاڙهاڻ ڪري سوڀيانوان لڳندڙ هي اشوڪ جو گل هاڻي ٽڙڻ وارو آهي؛ انبن جي وڻن ۾ ٻور ڦٽيو آهي. مترا! ائين لڳي ٿو ڄڻ بسنت جي سندرتا جوانيءَ ۽ ٻداپي جي وچ ۾ آهي.

ودوشڪ:- هر ڏانهن ڏسو! هو اتيمڪتا ولين جو منڊپ جنهنجي اندر سنگمرمر جي شلا رکيل آهي؛ جنهنجي اندر ڀونرا گونجار ڪري رهيا آهن، ائين لڳي ٿو ڄڻ اهي اوهانجو سواگت ڪري رهيا آهن. هلو هاڻي انکي ڪرتارٿ ڪريو.

راجا:- جئين تنهنجي اڇا! (ڦري ڪري وڃي رهن ٿا)

ودوشڪ:- هاڻي هتي آرام سان ويهي وڻندڙ ولين جي سندرتا تي مگن ٿي اُروشيءَ جي ورهه ۾ پيدا ٿيل اُداسائيءَ کي وساري ڇڏيو.

راجا:- (ڊگهو ساهه کڻي) هنجي سندرتا منهنجي اکين لي اهڙو نه جادو ڪري ڇڏيو آهي جو

جو انهن اکين کي ٻن جون ٽُڙيل وليون ۽
ڪومل ٻوٽا بيسود ۽ بيڪار ٿا لڳن. تنهن
ڪري اهڙو ڪو اُپاءُ ٻڌاءِ جنهن ۾ منهنجي اڇا
پوري ٿئي.

ودوشڪ:- (مشڪي ڪري) اوهان اُروشيءَ لاءِ اُتسڪ
آهيو ۽ مونکي صلاحڪار ٿي اوهان کي صلاح
ڏيڻي آهي. پر ان ڏس ۾ مان اڳين بيڪار
آهيان جنهن اندر کي اهليا پراپت ڪرڻ ۾
وجر اشڪت هو.

راجا:- نه اڳين نه هينئر سچي سڪ ڪارڻ سڌي لاءِ
ڪو نه ڪو ساڌن ڳولهي ڪڍندي آهي.

ودوشڪ:- چڱو سوچان ٿو، پر ورلاپ ڪري منهنجي
سمادي ۾ ڀڃگه نه وجهو. (سوچي ٿو)

راجا:- (شڀ سڳن ڏسي من ۾) جو ڏس جي چنبڊ
جيان مهان سندر مک واري پريتما جي پراپتي
نه ڪٺن آهي مگر الائي. جو ڪامديو شڀ
سڳن ڏيکاري رهيو آهي. اڇاتڪ منهنجو من
ٺري پيو آهي، جڻ ته من جا مطلب راس
ٿيڻ وارا آهن. (آساهس ٿي اميد رکي
ترسي ٿو)

(اُروشي ۽ چترليکا آڪاس مان لهي هيٺ
اچن ٿيون.)

چترليکا:- سکي ٻڌا ڪڏهن سڀ ڪيڏانهن ٽڙي ويون؟

اُروشي:- سکي جڏهن هيمڪوٽ جبل جي چوٽيءَ
تي ول جي شاخا ۾ وسترن اٽڪي پوڻ
ڪري مونکي آڪاس ڏانهن اڏامندي ڏوري
د پر تي وٺي هئي، تڏهن تو مون تي ننولي
ڪٿي هئي ۽ هاڻي ٻيون تي ته ڪيڏانهن
ٽي ويون؟

چترليکا:- ڇا تون ان راجرشي پروروا ڏانهن وڃي
رهي آهين؟

اُروشي:- سچ پڇ! لڄ لاهي او ڏانهن وڃي رهي آهيان.

چترليکا:- تو پنهنجي وڃڻ جي سوچنا ڏيڻ لاءِ ڪنهن
کي موڪليو آهي؟

اُروشي:- هردي کي!

چترليکا:- هيڪر وري ويچار ڪر!

اُروشي:- هي پريم ٺي مونکي ڇڪي رهيو آهي! ان
لاءِ ڪهڙو سوچ ڪجي؟

چترليکا:- مان ڇا چوان.

اُروشي:- چڱو تڏهن رستو ڏيکار جئن وڃڻ ۾ ڪو به
ڪشٽ نه ٿئي.

چترليکا:- سکي چنتا نه ڪر. ديوتائن جي گروءَ
ورهسپت اپراجتا نالي وارن پڙهڻ جي ڪلا
سيکاري اسانکي اهڙو نه نرڀئه ڪري ڇڏيو

آهي جو ديوتائن جا دشمن اسانجو وار به
ونگو نه ڪري سگهندا.

اروشي :- اڙي! اها ڳالهه ته مون کان وسري وئي.
(ٻئي اڏامڻ ٿيون).

چترليکا :- سکي اسين مهاراجا جي محل وٽ اچي پهتيون
آهيون، جو گنگا ۽ جمنا جي پوتر پاڻيءَ ۾
سوپياوان ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

اروشي :- (ڏسي ڪري) سچ پچ تون چوڻ چاهين ٿي
ته سرڳ ٻئي هنڌ آندو ويو آهي - (سوچي
ڪري) دکين تي ديا ڪندڙ اهو راجرشي
ڪٿي هوندو؟

چترليکا :- اڄ ته هن پرمد بن ۾ لهون جو نندن بن جهڙو
سندر آهي. (راجا کي ڏسي خوشيءَ وچان)
سکي! مهاراجا تنهنجي لاءِ ائين السڪ آهي
جئن ماڻهو اڀرندڙ چندرما جي چاندوڪيءَ
لاءِ السڪ هوندا آهن.

اروشي :- (راجا کي ڏسي ڪري) سکي! راجن ٻهرا ته
گڏ جاڻيءَ کان هاڻي وڌيڪ ٻيو سونهين.

چترليکا :- برابر ٿي چوين! چڱو هل ته هن وٽ هلون.

اروشي :- ائين نه، ترسڪرڻي وديا جي دوارا پاڻ
کي ڇپائي، انجي پرسان وڃي بيهنديس ته
هو پنهنجي متر سان ڪهڙي ٻيو ڳالهه
ٻولهه ڪري.

چترليکا:- چگو جيڪا تهنجي اِڇا. (ٻئي چوڻ انوسار ڪن ٿيون)

ودوشڪ:- مترا! مان اپاءُ سوچيو آهي جنهن ذريعي اوهان جو دراپ سندريءَ سان ميلاپ ٿئي. (راجا شانت رهي ٿو.)

اُروشي:- ڪير آهي اها استري جنهن لاءِ هن کي هيڏي همدردي آهي؟

چترليکا:- پر تون ماڻهن جيان ڇو پئي هلت هلين؟!

اُروشي:- مان پنهنجي الوڪڪ شڪتيءَ سان پڻ ان ڳالهه کي پورو سمجهي نٿي سگهان.

ودوشڪ:- مترا! مون رستو ڳولهي ڪڍيو آهي.

راجا:- ڪهڙو رستو؟

ودوشڪ:- اوهان ننڊ ڪريو جئن اوهانکي سپني ۾ پريتما جو درشن نصيب ٿئي يا ان اروشيءَ جو چتر چٽي وٺي ان کي ڏسو.

اُروشي:- (خوشيءَ وچان) اڙي اڌير مَن! ڪجهه ڌيرج ڌار.

راجا:- اهي ٻئي ڳالهيون ناممڪن آهن.

ڪيئن پلا هنجي جدائيءَ ۾ مونکي اچي قرار!
ٻاڻ جنهنجي پريم جا مونکي لڳا آهن هزار.
ڪيئن ڇنيان مان چتر پنهنجي پريتما جو هو ٻهو!
مينگهه جيان نيتر وهائن آنسون ٿا اڄ زار زار.

چترليکا:- ٻڌءِ سکي؟

اُروشي:- پڻ مون تہ سڀني پر جيءُ ڪين پاتيو.

ودوشڪ:- مان وڌيڪ وچاري نٿو سگهان!

راجا:- (ٿڌو ساهہ کڻي) شايد! هوءَ منهنجي من جي پيڙا کي نٿي ڄاڻي يا پنهنجي الوڪڪ شڪتيءَ سان منهنجي پريم کي ڄاڻي ڪري بہ ٺڪرائي ٿي. منهنجي من ۾ ڄاڻ ان پريتما سان ملڻ جي چاهنا آهي ان کي ڪامديو چور چور ڪري پنهنجو اڌيش سڌ ڪري.

چترليکا:- سکي ورو پڙاءِ؟

اُروشي:- اف! هي مونکي ائين سمجهي ٿو! مان منهن سان هن کي جواب ڏئي نٿي سگهان. دئو بہ شڪتيءَ دواران ڀوجپتر پيدا ڪري ان جي دواران ڪيس جواب ڏيڻ ٿي چاهيان.

چترليکا:- مان تو سان سهمت آهيان.

(اروشي ڀوجپتر لکي اڇلائي ٿي.)

ودوشڪ:- (ڏسي ڪري) اڙي! اوهہ! اسانجي سامهون هي ڇا ڪيو!

راجا:- (ڌيان سان ڏسي ڪري) ڀوجپتر تي ڪجهہ لکيل آهي.

ودوشڪ:- شايد ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ اروشي لکي ڇپي اوهانجا ورلاپ ٻڌي ڪري پنهنجي

پيار جو اظهار ڪرڻ جي لاءِ هي اکر اڪي موڪليا هجن!

راجا:- جتي چاهه اتي راهه. تمدا جي اڳيان ڪابه ڳالهه ڀري نه آهي. (پوچيتر ڪٺي پريم سان پڙهي ٿو.) متر! تنهنجو ته ڪو نيڪ آهي.

ود وشڪ:- تڏهن اپڪار ڪري مونکي ٻڌايو ته ان ۾ ڇا لکيل آهي؟

اروشي:- شاباس! تون به پڪو پرهي آهين.

راجا:- ٻڌ (پڙهي ٿو) "سوامي! اوهان منهنجي من کي نه پڇاڻيندي ته جيڪڏهن مونکي ايڏو پيار ڪندي ته ائين سمجهو ٿا ته جڏهن مان پارجاس گلن جي سيڄا تي سمهان ٿي تڏهن نندن جن جي هوا مونکي ڏاڍي گرم ڇو ٿي لڳي؟"

اروشي:- هاڻي هو ڇا چوندو؟

چترليکا:- هو ڇو ٿو هوس سو سندس ڪمل جي ڏانڊين جهڙن انگن مان ظاهر هو.

ود وشڪ: ياڳن سان اوهان کي مون جيان آٿت مليو آهي، جئن مونکي بک لڳڻ وقت ڪا کاڌي جي سوکڙي ملندي آهي.

راجا: ان کي تون صرف آٿت چو تو سڏين؟ هي متر! منهنجي پرتما جو لکيل هي معني پرلو،

سندر پرم پتر مونکي ائين لو لڳي ٿو ڄڻ ته
هنجو من موهيندڙ اکڙين وارو مکڙو منهنجي
اڳيان اچي رهيو آهي.

اروشي:- اسان کي هڪ ٻئي لاءِ هڪ جيترو پيار آهي.

راجا:- متر! مٿان منهنجي آگرين جو پگهر هن پتر کي
خراب ڪري ڇڏي تنهنڪري تون منهنجي
پريتما جي همٿ سان لکيل هن پتر کي
سوگهو رکج.

ودوشڪ:- (پتر جهلي ڪري) جنهن اروشي اوهانجي
اميدن جا گل ٽيڙيا آهن اها هاڻي انهن جو
ڦل ڏيڻ ۾ ڇو انڪار ڪندي؟

اروشي:- منهنجي دل هن حي ويڇهو وچڻ ۾ هٽڪي
رهي آهي، جيسين مان ان کي ڌيرج ڏيان
تيسين تون منهنجي بدران جيڪي مناسب
سمجهين سو ڪيس وڃي چئه.

چتر ليکا:- نيڪ آهي. (ترسڪرڻي هٽائي راجا جي پرسان
وڃي ٿي.) جئه ٿي مهاراج جي جئه!

راجا:- (خوشيءَ وچان) جيئه آئين! جئن پرياڳ جو
سنگم ڏسڻ واري کي گنگا کان سواءِ اڪيلي
يمنا ايترو نه وڻندي آهي تئين تون نه منهنجي
سهيليءَ کان سواءِ مونکي ايترو نه ٿي وڻين.

چترليکا:- ائين برابر آهي پر وڄ جي چمڪي کان اڳ
گھنگھور گھٽائون ڏسڻ ۾ اينديون آهن.

ودوشڪ:- (پاسيرو) ڇا هيءَ اروشي نہ آهي؟ صرف
هن جي پياري ساهيڙي آهي!

چترليکا:- اوهان کي نمسڪار ڪري اروشي ونيہ ڪرڻ
چاهي ٿي.

راجا:- ڪهڙي ونيہ؟

چترليکا:- جڏهن دئيتن اسان کي ستايو هو تڏهن
اوهان ئي اسان کي سهائتا ڪئي هئي هينئر
مان جيڪا اوهان جي ورهہ ۾ وياڪل آهيان
تنهنتي پڻ پنهنجي ديا جي درشٽي ڪريو.

راجا:- اي پونر استري! تون صرف پنهنجي ساهيڙيءَ
لاءِ چئي رهي آهين تہ هوءَ ورهہ ۾ وياڪل
آهي. مگر هن جي لاءِ ويڳاٽيءَ وياڪل
پوروا کي نہ ٿي ڏسين! ٻنهي جي دلين
۾ پرهہ جي باهہ جا مچ ٿا مچن. گرم لوهہ
کي گرم لوهہ سان ملائڻ مناسب آهي.

چترليکا:- (اروشيءَ جي پرسان وڃي ڪري) سکي!
هيڏانهن اچ، تنهنجي پريتم جي الي اکير
ڏسي سندس سنيهر ڏيندڙ ٿي آئي آهيان.

اروشي:- (لڄسڪرٽي لاهي ڪري) اچانڪ ئي مونکي
ڇڏي ڪري تون وڃي پوروا جو پاسو ورتو!

چترليکا:- ٿوري وقت ۾ ٿي پتر پنهنجي ونندو، ڪير ڪنهن کي ٿو ڇڏي.

اروشي:- (آدر سان راجا جي پرسان وڃي) سوامي جن جي جئه ٿئي!

راجا:- سندري! جيڪو جئه شبد تو هزار نيتر واري اندر کانسواءِ ٻئي ڪنهن ماڻهو لاءِ ڪڏهن ڪم ڪين آندو آهي، اهو تو اڄ مون لاءِ چيو آهي، انڪري سچ پچ مونکي جئه پراپت ٿي آهي.

(راجا اروشيءَ کي هٿ کان وٺي هيٺ ويهاري ٿو.)

ودوشڪ:- مان جيڪر راجا جو گهرو مِتر آهيان تنهنڪري ڇونه ٿي نمسڪار ڪرين؟

(اروشي مشڪندي ودوشڪ کي نمسڪار ڪري ٿي)

ودوشڪ:- شل ڀاڳن واري ٿين!

(پردي پٺيان ديولوڪ جو سنديش سڻائيندڙ)

”چترليکا! اروشيءَ کي جلدي واپس وٺي اچ. ڀرت منيءَ توهانکي جو اُن رسن سان ڀرپور ناٽڪ سيکاريو آهي ان جي سندر ۽ من موهيندڙ ناٽڪ کي ديوراج اندر لوڪپالن سميت ڏسڻ چاهي ٿو.“

(سڀئي ٻڌن ٿا، اروشي واڙي ٿي وڃي ٿي)

چترليکا:- سرڳ جي سندس سٺائيندڙ جا شبد ٻڌ ء؟ هاڻي راڄن ڪان موڪل وٺ.

اروشي:- مان شانت آهيان!

چترليکا:- مهاراڄ! اروشي وڃڻ تي ڪري نه هو پراڌين آهي. جيڪڏهن اوهان ڪيس موڪل ڏيو نه هو ديو لوڪ وڃي.

راڄا:- (زبان کي روڪيندي) مان اوهان جي سواميء جي آگيا آڏو نٿو اچان، پر ٻيلي مونکي ضرور ياد ڪجو.

(وره جي ڪري دکي اروشي چترليکا سان سرڳ لوڪ ڏانهن رواني ٿئي ٿي)

راڄا:- (ساهه ڪڍندي) متر! مونکي ائين لڳي ٿو جڻ منهنجون ٻئي اکيون بيڪار ٿي ويون!

ودوشڪ:- پتر ڏيکارڻ جي چاهنا رکي) اجهو هي آهي (وچ ۾ هٻڪي پاڻ کي) اف! اروشيء کي ڏسندي اهڙو نه مست ٿي ويس جو مونکي ڪائي ڪل ڪونه پئي نه اهو ڀوجپتر ڪڏهن منهنجي هٿ مان ڪري پيو؟

راڄا:- متر! تون ڇا ٿو چوڻ چاهين؟

ودوشڪ:- اوهان نااميد نه ٿيو، اروشيء جي اوهان سان سچي سڪ آهي، هو ڪڏهن به پيار جي ٻيڙي تان پوئتي نه پوندي.

راجا:- هن جي هلي وڃڻ تي منهنجي دل ڀڄائين ٻولي ٿي. منهنجي سرير تي هنجو وس نه هو، انڪري سندس دل جا سندس همت ۾ هئڻ سان مونکي ارپي وئي، اها ڳالهه سندس ڇاتيءَ جي ڌڙڪڻ مان ظاهر هئي.

ودوشڪ:- (پاڻ کي) منهنجي دل ڏڪي رهي آهي ته متان راجا پوڄيتر جو نالو نه وٺي!

راجا:- مترا هاڻي مان منهنجي اکڙين کي ڪيئن وندرايان؟ (ياد ڪندي) مونکي ڏي پوڄيتر.

ودوشڪ:- (دکه وڃان) اُف! اهو ڏسڻ ۾ نٿو اچي. پوڄيتر الوڪ هئڻ سبب شايد اُروشيءَ واري وات ڏانهن اڏامي ويو آهي!

راجا:- مورکه! تون سدائين بي پرواهه آهين. هيڏنهن ڳولهه ان کي!

ودوشڪ:- (اٿي ڪري) شايد! هتي پيو هجي. (ڳولها ٿو ڪري)

(ڪاشي راجا جي ڌيءَ مهاراڻي ءِ داسيءَ جو اچڻ)

راڻي:- اڙي نپوڻڪا! تو مونکي سچي خبر سڻائي ته تو مهاراجا کي ماڻڪ سان گڏ هن ولين جي منڊپ ۾ گهرندو ڏٺو.

نپوڻڪا:- ڇا مون ڪڏهن مهاراڻيءَ کي ڪوڙي خبر ٻڌائي آهي؟

راڻي :- چڱو، مان ولين جي مدد پ جي، اوت ۾ پيهي ٻڌان ٿي ته هو ڇا ٿا چون ۽ جيڪي ڪجهه ٿو چيو سو سچ آهي يا نه.

نپوڻڪا:- جيڪا اوهان جي اڇا.

راڻي :- (چوڌاري ڦري ڪري) اڙي نپوڻڪا! هيءَ ٻراڻي ڪپڙي وانگر ڪهڙي شيءِ ڏکڻ طرف کان هوا ۾ اڏامندي هيڏانهن اچي رهي آهي؟

نپوڻڪا:- (چڱي طرح ڏسي ڪري) مهاراڻي! هي ڀوڄپتر آهي. ائين لڳي ٿو ته جڻ ان تي ڪي اکر لکيل آهن. اهو اوهانجي پاڙي ۾ اڙڪي پيو. (وٺي ڪري) هاڻي ڪيئن؟ چڱو ان کي پڙهو. (ڪڍي ڪري)

راڻي :- پهرين تون پڙهه. جيڪڏهن ان ۾ ڪجهه اعتراض جوڳو نه آهي ته مان ٻڌندس.

نپوڻڪا:- (ائين ڪري ٿي) مهاراڻي! مان سمجهان ٿي ته اهو اُروشيءَ جو راجا ڏانهن لکيل پيار جو پيغام آهي. هاڻوڪ جي لاپرواهيءَ ڪري هي پتر اسان جي هٿن ۾ آيو آهي.

راڻي :- چڱو تڏهن ته مان ضرور ٻڌندس.

نپوڻڪا:- (پتر پڙهي ٿي)

راڻي :- هي پتر سوکڙي طور کڻي راجن ڏانهن وڃان ٿي.

(راڻي داسيءَ سان گڏ ولين جي منڊپ
ڏانهن وڃي ٿي)

ودوشڪ:- اي مترا هوڏانهن ڏس پرمدون پرسان ڪريڙا
پروت تان ڪير پيو اڏامندو وڃي؟

راجا:- (اُٿي ڏسي ڪري) بسنت جي پياري ڏاڪڻي
هوا. اي هوا تون پاڻ کي سڳنڌت ڪرڻ
لاءِ بسنت ۾ گڏ کيل ولين جا گل ڪٽي آءُ.
منهنجي پريتما جو پتر ڪٽي وڃڻ مان توکي
ڪهڙو لاڀ ٿيندو؟ انهيءَ سان پريم ڪرڻ
ڪري توکي ڄاڻ هوندي ته ورهه ۾ وياڪل
منشيه اهڙن شين کي ڏسي جيوت
رهندا آهن.

نپڻڪا:- مهاراڻي! هن وستوءَ جي اُڃي ڪوچ ٿي
رهي آهي.

ودوشڪ:- اڙي! مان نڳجي ويس! مور جي پر کي
ميرانجهرو ڪيسر جو گل ڄاتم!

راجا:- مان ته مسجي ويس!

راڻي:- (پرسان وڃي ڪري) سوامي! اڄ پر نه ٿيو.
اجهو اوهانجو پوجيتر.

راجا:- (گهٻرائجي) اڙي راڻي! جيءُ آئين!
نچه آئين!

ودوشڪ:- (پاسيرو) هنجو اچڻ هاڃيڪارڪ آهي.

راجا:- (آهستي) مترا هيئر هن ڳالهه کي ٽارڻ لاءِ کو اُپاءُ ڳولهه.

ودوشڪ:- چور جڏهن سڃ سوڌو پڪڙيو آهي تڏهن هن جي بچاءَ جو ڪو رستو ڪونهي.

راجا:- (پاسيرو) مورک! هي نئون اڏائڻ جو وقت ڪٿي آهي. (ڏاڍيان) راڻي! مان ان جي ڳولها نٿي ڪئي؛ اها ته پئي وسٽو هئي.

راڻي:- پنهنجي پاڳيءَ کي لڪائڻ ٿي ٺيڪ آهي.

ودوشڪ:- مهاراڻي جلدي راجا جي ڀوڄن جو بندوبست ڪريو. جنهن سندن پِت گهٽ ٿئي.

راڻي:- نپوڻڪا! هن برهمڻ پنهنجي مترکي سچي پچي ڪيئن نه دلاسو ڏنو آهي.

ودوشڪ:- مهاراڻي! اوهان کي جاڻ آهي ته ڀوڄن سان جن ڀوت پڻ شانت ٿي ويندا آهن؟

راجا:- مورک! تون ڇو هروڀرو مونکي گنهگار ثابت ڪرين؟

راڻي:- آريه! ان ۾ اوهان جو اپراڌ ڪونهي، منهنجو ئي اپراڌ آهي جو اوهان جي سامهون بيٺي آهيان. چڱو، هتان هلي ٿي وڃان! (ڪروڌ ۾ هلڻ شروع ڪري ٿي.)

راجا:- سندري! مان برابر ڏوهي آهيان، اهڙو نه ڪاوڙج. جڏهن مالڪياڻي ڪاوڙ جندي

آهي ڏاڍهن سيوڪ جو ضرور ڪجهه نه ڪجهه
اپراڌ ٿيل هوندو آهي.

راڻي :- مان اهڙي ٻالي ڀولي نه آهيان جو اوهانجي
مڌر وچن تي هرکي شانت ٿي ويندس.
پر صرف ڏيپ اڳم نه ڪٽي اوهان سان ڪٺور
ورتاءُ نه ڪري ويهان، جڏهن لاءِ پڇتائڻو
نه پوي.

ودوشڪ :- هوءِ ٻڌا ڪڏهن ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جي ڀرساتي
ندي جيان هلي وئي، ڏڍهڪري اٿو!

راجا :- (اٿي ڪري) جيڪي ٿيو سو سڀاويڪ آهي.
جڏهن سڀئي صرافيءَ کي ڀاوئي رنگ مان
رنگيل موتي نه آئڙجندو آهي تڏهن استرين
کي ٻاهرين دل سان ريجهي ريجهي نه سگهبو آهي.

ودوشڪ :- راڻيءَ جو وچڻ ٻ اوهان لاءِ لاڀڪاري ٿيو؛
ڇوجو اکين جي سور جو سڻاڀل سامهون واري
ٻتيءَ جي روشني سهي نه سگهندو آهي.

راجا :- ائين نه چئه، جيتوڻيڪ مهنجي دل اروشيءَ
سان اڙيل آهي پر مهاراڻيءَ لاءِ نه مونکي
ساڳيو سنمان آهي؛ پر هيٺئر ڪيس ڌڪار سان
ڌ سندس. ڇو نه هن مهنجي پرار ٿنا کي
ڌڪاريو آهي.

ودوشڪ :- هيٺئر نه ان ڳالهه کي ڇڏيو. ٻهريائين مون

ٻڪايل ٻرهمڻ جو وڇار ڪيو! اشنان ۽ پوڄن
جو سمو ٿيو آهي .

راجا:- (مٿي نهاري) اڙي! اڄ ڏينهن ته گذري
چڪو آهي! هي مور ڪه گرميءَ کان گهٻرائجي
وڻ جي پاڙ جي ٿڌي ڇانو ۾ اچي ويٺو آهي،
پوئر ڪر نيڪار جي مڪڙيءَ جو منهن کولي
ان ۾ آرام ڪري رهيو آهي، هيءُ هد ڪ گرم
پاڻي ڇڏي ڪناري تي ڪمل جي ڇانو ۾
وڃي ويٺي آهي ۽ پڃري ۾ بند پياسي
طوطو پاڻيءَ لاءِ ٻاڏائي رهيو آهي!
(راجا ۽ ودوشڪ هليا وڃن ٿا)

(ٻيون انڪ پورو ٿيو)

# انڪ ٽيون

(پرڀت مڍيءَ جا ٻہ ششيہ اچن ٿا).

گالؤ:- مترَ پالؤ! ديوراج اندر جي محلات ڏانهن
ويندي گروجيءَ توتي پنهنجي آسن کٽي
هلڻ جو ڪارڀار رکيو ۽ مونکي هون ڀڳيہ جو
ڪارڀار پوري رہت ڪرڻ جو ڪم سونپيو.
ڀلا ٻڌاءِ تہ گروجيءَ جو ناٽڪ ڏسي ديوتائون
خوش ٿيا يا نہ؟

پالؤ:- مترَ گالؤ! اها ڄاڻ تہ ڪين اٿم تہ ديوتائون
خوش ٿيا يا نہ، مگر اُني لڪشمي سويمبر
ناٽڪ ۾ سرسوتي ديويءَ جي رچيل گيتن
کي ٻڌي سڄي، سڀا گيتن جي رنگ ۾
رنگجي وئي. پر......

گالؤ:- پنهنجي اڌوري جملي مان ائين ٿو لڳي
ڄڻ ڪا ڀُل ٿي وئي آهي.

پالؤ:- هائو، بي پرواهيءَ وچان اروشي ڳالهائڻ
۾ ڀُل ڪئي.

گالؤ:- اهو ڪيئن؟

پالؤ:- ميڻڪا وارو ٽيءَ جو پارٽ ادا ڪري رهي
هُئي ۽ اُروشي لڪشميءَ جو ميڻڪا اروشيءَ
کان پڇيو ته هت ٽنهي لوڪن جا سريشٽ
پرش ۽ ڪيشؤ سان گڏ لوڪپال ويٺا آهن
تون انهن مان ڪنهن کي ٿي پائين؟

ڳالؤ:- تنهن کان پوءِ ڇا ٿيو؟

پالؤ:- هن جي زبان مان پرشوتم بدران "پرورؤا"
نڪري ويو.

ڳالؤ:- منشيءَ جون اندر يون ته وڏاڻا جي اڪٿي
موجب ڪارنه ڪندڙيون آهن. ڇا گروجي
ان تي ڪاوڙيو ڪين؟

پالؤ:- حقيقت ۾ گروجيءَ هن کي سراپ ڏنو، پر
ديوراج اندر هن تي ديا جي درشٽي ڪئي.

ڳالؤ:- ڪهڙو سراپ ڏنائينس؟

پالؤ:- گروجيءَ سراپ ڏنس ته تو مهنجي آگيا
کي اورانگهيو آهي تنهڪري تون سورڳ لوڪ
۾ نه رهي سگهندينءَ ناٽڪ پوري ٿيڻ وقت
جڏهن هوءَ شرمندي منهن سان ڪنڌ هيٺ
ڪري اندر جي ويجهو وڃي اُبي تڏهن
اندر آکيو ته منهنجو پيارو متر جو ڪيترن
جنگين ۾ مونکي مدد ڪندو آهي ۽ جنهن
تي تو هرک هاريو آهي ان لاءِ ڪجهه مونکي

ڪرڻ کپي. هن اروشيءَ کي چيو "تون اڃا
انوسار ٿيسين وڃي پوروا سان گذار جيسين
هو تو مان پيدا ٿيل پٽر سنتان ڏسي."

گالو: ديوراج اندر جو انترياميءَ آهي ٻڌهڪي اٿين
ڪرڻ سونهين ٿو.

پالو:- (سڀ ڏانهن نهاريندي) ڳالهائڻ ۾ گرو جيءَ
جي اشنان جو وقت به ٽلجي ويا آهيون.
(ڪنچڪي اچي ٿو)

ڪنچڪي:- گرهستي ماڻهو جوانيءَ ۾ ڌن دولت گڏ ڪرڻ
۾ لڳا رهن ٿا ۽ پوءِ ٻڍاپي ۾ پنهنجو سمورو
ٻار پٽن تي وجهي پاڻ آرام وٺن ٿا. پر اسان
جي ته ڳالهه ئي اور آهي! نوڪري ڪندي
ڪندي وار ئي اڇا ٿي ويا آهن! سچ پچ
ته استرين جي اردليءَ ۾ رهڻ ڏاڍو ڏکيو
ڪم آهي. (ڦري ڪري) ڪاشي راجا جي
ڌيءُ مهاراڻي ورت رکيو آهي ۽ مونکي
اڳيان ڪئي اٿس ته "مان پنهنجي ورت
کي پوري ڪرڻ لاءِ سڀني جي پرواهه نه
ڪري راجا کي نيوتا ڪاهڻ چوائي موڪليو
آهي، پر هاڻي ئي منهنجي بدران راجا کي
سوچنا ڏئي اچ." هاڻي راڄن سنڌيا
اپاسنا ڪري واندو ٿيو هوندو. چڱو وڃي
ڪري انجو درشن ڪريان ٿو.

(ڏور و هاي سادهون ڏسي ڪري)
ٻنهيجن ٻنهيجن آکيون ۾ وينل ننڊاکرا
مور انين ڏسڻ ۾ اچن ٿا جڻ ٻنر ني
چنبيل آهن. دونهون ڪنونون جي ڇڇهري
مان ٽيمدو مٿي وڃي رهيو آهي جنهنڪري
اها ڪل ڪانہ ٿي پوي تہ ڪنول وينا
آهن يا نہ. راجا جي محلات ۾ رهندڙ ٻيا
ماڻهو سنڌ يا هنڻ سبب ننيم انوسار گلن
سان سجايل محل ۾ هوهند ڏيئا ٻاري
رهيا آهن.

(پردي پٺيان ڏسي ڪري) اڙي!
مهاراج تہ هن طرف اچي رهيو آهي. سندس
چوڌاري داسيون هٿن ۾ مشعالون کڻي اچي
رهيون آهن، انين لڳي ٿو جڻ مهاراج هلندڙ
پربت جيان اچي رهيو آهي جنهن پربت
جا پر ڪٽيل ڪين آهن ۽ جنهنجي ٻنهي
پاسي ڪنير جا وڻ ٿڙيل آهن.

(راجا ۽ ودوشڪ اچن ٿا)

راجا:- (پاڻ کي) سڄو ڏينهن ڪارن ۾ رڌل رهڻ
سبب ڏينهن تہ ٻڌا ڪنهن ڪشت جي
گذري ويو مگر من وندرائڻ جي وسٽو نہ
هئڻ سبب رات ڪيئن گذرندي؟

ڪنچڪي:- (پرسان وڃي ڪري) مهاراج جي جئہ ٿئي!
مهاراڻي ونيہ ڪري ٿي تہ ”مٺي محل
جي ڪنڌ تان چندرما چڱي ريت ڏسڻ ۾
ايندو؛ ان ڪري منهنجي اڇا آهي تہ
جڏهن چندرما جو روهڻيءَ سان ميلاپ
ٿئي تڏهن مان اچي توسي مهاراج سان گڏ
انجو درشن ڪريان.“

راجا:- آريہ لاتوہ! مهاراڻي کي چئہ تہ جئن تون
چاهين ٿي تئن ٿيندو.

ڪنچڪي:- جئين مهاراج جي آگيا. (ائين چئي ويندو.)

راجا:- ڪيئن متر! مهاراڻي هيءُ سارو السو ورت
ڌارڻ ڪري ڪيو آهي؟

ودوشڪ:- ٺيڪ آهي، پر مونکي ائين ٿو لڳي تہ
مهاراڻي اوهان جي شاشٽانگہ پرنام ڪرڻ ٿي
ہ اوهان جي ونيہ ڪين سوڀڪار ڪئي
هئي؛ هاڻ ان گهٽتا جو پڇتاءُ ڪرڻ لاءِ
هن هي مانداڻ ٻڌيو آهي.

راجا:- جيڪي تون چوين ٿو سو سورهن آنا سچ
آهي. استريون جڏهن رسنديون آهن تڏهن
پرچائڻ ٿي ہ نہ پرچنديون، پر پوءِ لڪي
چوري ڏاڍيو پڇتائينديون آهن. چڱو، مٺي
محل ڏانهن ويندڙ رستو ڏيکار.

ودوشڪ:- هيڏانهن راڄن! هيڏانهن! مٿي محل جي
ڪنڌ تي هلڻ لاءِ اوهان هن سنگمرمر جي
ڏاڪڻ تي چڙهو جا گنگا جي لهرن جيان
چمڪي رهي آهي. سڄا پاسا هي محل
ڏاڍو سوڀياوان لڳي ٿو.

راجا:- ڀلين تون چڙهه. (ٻئي ڏاڪڻ تي چڙهن ٿا)

ودوشڪ:- هاڻي چندرما اڀرڻ وارو آهي؛ تنهنڪري
اوڀر کان اونده هٽجندي پئي وڃي ۽ اکين
کي آنند ڏيندڙ روشني جهلڪا پئي ڏئي.

راجا:- تون برابر چوين ٿو. اڌ پاڇل جي پنيان
لڪل چندرما جي ڪرڻن ڪري جا اونده
هٽجندي پئي وڃي سا سچ پچ اکين کي
آنند ڏئي رهي آهي، جڻ نه پورب ڏسا
اونده روپي وارن جو چوٽو سهڻي پنهنجو
مکڙو پسائي رهي آهي.

ودوشڪ:- لڏونءَ جي ٽڪر وانگيان هي براهمڻن جو
راجا چندرما اڀري ٿي رهيو آهي.

راجا:- (مشڪندي) پيٽوريءَ کي جتي ڪٿي
صرف کاڌي جون شيون ٿي سجهنديون
آهن. (هٿ ٻڌي اڀري ٿو) هي راتريءَ
جا ناٿ سنپورڻ جي ستڪرم لاءِ سوريه ۾
پرويش ڪندڙ، ديوتائن ۽ پترن کي امرت

پيءَاري ترپت ڪرڻ وارا، راحت جي انڌڪار
کي هٽائڻ وارا توکي نمسڪار.

ودوشڪ:- مترا! توهان جو ڏاڏو چندرما مون پرهڻ
دوارا توهان کي موڪل ڏئي رهيو آهي
ته اوهين پنهنجي گاديءَ تي براجمان ٿيو
جنهن مان هو آرام ڪري سگهان.

(ودوشڪ جي چوڻ انوسار ويهي ٿو؛
داسين ڏانهن نهاري ٿو)

راجا:- جڏهن چوڌاري چانڊوڪي ڇانيل آهي
تڏهن هنن ڏيئن مان ڪهڙو فائدو؟ توهين
وڃي آرام ڪريو.

داسيون:- جيئن اوهانجي آگيا! (وڃن ٿيون).

راجا:- (چندرما ڏانهن نهاري) مترا! مهاراڻيءَ جي
اچڻ ۾ اڃا ڪجهه دير ٿي ڏسجي. جيئن
ته اسين اڪيلا آهيون تنهنڪري مان توکي
پنهنجي من جي حالت کان واقف ڪريان ٿو.

ودوشڪ:- اها ته ظاهر ظهور آهي. اهڙو پيار ڏسي
اوهان کي ته ميلاپ جي اميد رکي، پاڻکي
آٿت ڏيڻ گهرجي.

راجا:- اهين برابر آهي؛ مگر منهنجي من ۾ پريم
جي پيڙا آهي. جيئن ندي هيٺائين مٿائين
ڇپن تان لڳندي تيزيءَ سان وهندي

آهي تنهن پنهنجي پريتما جي ميلاپ جي
آنند ۾ رنڊڪن ۽ رڪاوٽن اچڻ ڪري
اُتسڪتا وڌندي پئي وڃي.

ودوشڪ:- اوهان نفيس هٺ ڪري وڏيڪ سرپياوان
پيا لڳو. جڏهن مان سمجهي سگهجي ٿو ته
اوهان جو پنهنجي پريتما سان ميلاپ پري
نه آهي.

راجا:- (شڀ سوڻن جي اداڪاري ڪري) مترَ!
جيئن تون مونکي اميد ڀريل شبدن سان
آٿت ڏئي رهيو آهين تيئن هيءَ منهنجي
هيءَ ساڄي ٻانهن ڦڙڪي ڪري مون پيار
جي پيڙت کي آشائن جو ٿرورو ڏيکاري
رهي آهي.

ودوشڪ:- برهمڻ جا وچن ڪڏهن به ڪوڙا نه ٿيندا.
(اُتساهه سان ويهي ٿو)
(اپسراڪا جو ويس پهريل اُروشي ۽ چترليکا
آڪاش مان اچن ٿيون)

اُروشي:- (پاڻ ڏانهن نهاريندي) ڀيڻ چترليکا! توکي
هي اپسراڪا جو نيرو ڪپڙو هيرن ۽ موتين
سان ڀريل پسند پوي ٿو؟

چترليکا:- مونکي ته اهڙا شبد ئي نٿا سجهن جن سان
ان جي سندرتا جي ساراهه جا ٻڪ پري

سگهان. مان صرف اهو سوچان ٿي ڪاش!
مان پرو روا هجان!!

اُروشي :- سکي! ڪامديو جي آڳيا سمجهي مونکي
جلدي منهنجي پريتم ڏانهن وٺي هل.

چترليکا:- هائو، اسين پريتم جي محلات وٽ پهچي
ويون آهيون. اهين ٿو ڏسڻ ۾ اچي جڻ
ڪيلاش جو محلات هت آندو ويو آهي.

اُروشي :- الوڪڪ شڪتيءَ سان ڳولهي ٻڌاءِ ته
منهنجو چت چور ڪٿي آهي ۽ ڇا ويٺو ڪري؟

چترليکا:- (ڌيان لڳائي پاڻ کي) چڱو! هن سان چرچو
ڪريان. (ڏاڍي يان) سکي! اهو هيمر آنند
واري آستان تي پنهنجي پريتما سان ويٺو
موجون ماڻي.

اُروشي :- (دکي ٿيندي) ڌنيه آهي اها ڀاڳيوتي!

چترليکا:- اڙي! تون ته ڏاڍي ڇهلي آهين! توکي
ڇڏي ڪري پنهنجو ڪنهن سان ويهي
وروانه ڪندو؟

اُروشي :- (آرام سان ساهه کڻي) منهنجي سرل هرديه
۾ به اهو گمان جاڳيو!

چترليکا:- (نهاريندي) مٺي محل جي کڏ لي راجرشي
پرو روا صرف پنهنجي متر سان گڏ ويٺو

آهي. هل ته هن جي پرسان هلون. (ٻئي هيٺ لهن ٿيون).

راجا:- جيئن جيئن رات وڌندي پئي وڃي تيئن تيئن منهنجي بره جي بيماري پڻ وڌندي پئي وڃي.

اُروشي:- اهي رهسيه پورڻ شبد ٻڌي منهنجي دل ڌڙڪي رهي آهي! ٺهڪري ڀتر انهن ٿيندو نه اسين اڪيلا رهون. تيسين هنجو وارتالاپ ٻڌون جيسين اسان جو شڪ دور ٿئي.

چترليکا:- چڱو جڏهن ٻڌون خوش ٿين.

ودوشڪ:- راجن! هنن امرت مئه چندرما جي ڪرڻن جو آنند ماڻيو.

راجا:- مترا! اهڙي ڪنهن به وستوءَ سان منهنجو هي درد دور ٿي نه سگهندو. ته منهنجي پريم جي پيڙا کي نه تازن گلن جي سيجا، نه چندرما جي چاندوڪي، نه سڀي سرير تي لڳايل چندن جو ليپ ۽ نه موتين جي مالها دور ڪري سگهندي. ان پيڙا کي ته اها ديولوڪ واري ئي دور ڪري سگهندي يا...

اُروشي:- (ڇاتيءَ تي هٿ رکندي) يا ٻي ڪير؟

راجا:- يا ايڪانت ۾ هنجي باري ۾ ڳالهه ٻولهه منهنجي دک کي دور ڪري سگهي، ٿي •

اروشي :- اي من! مونکي ڇڏي هن وٽ وڃڻ جو توکي ڦل ملي ويو•

ودوشڪ :- هائو! مونکي پڻ جڏهن شڪرٽي ۽ مٺا انب نه ملندا آهن تڏهن مان انهن جا- نالا وٺي دل ٻهلائيندو آهيان •

راجا:- پر توکي نه اهي ملن ٿا•

ودوشڪ :- اوهان به هن کي جلدي پراپت ڪندا؟

راجا:- متر! مان به ائين سمجهان ٿو•

چترليکا:- سکي! ٻڌء؟

ودوشڪ :- اهو ڇا آهي ؟

راجا:- هي منهنجو ڪلهو وڏ ڀاڳي آهي جو رٿ جي لوڏن ۾ جهوبن ڪري هن (اروشي) جي ڪلڌي کي ڇهي سگهيو؛ باقي شرير جا انگ هن پرميء ئي بار آهن•

چترليکا:- سکي! هاڻي تون دير ڇو ٿي ڪرين :-

اروشي :- (هڪدم پرسان وڃي) سکي ! جيتوڻيڪ مان هن جي پرسان بيٺي آهيان تنهن هوندي پڻ هو مونڏانهن ڌيان نه ٿو ڏئي •

چترليکا:- (مشڪي) اڙي اڌير! تو پنهنجي "ترسڪرڻي" ني ڪونه هٽائي آهي•

(سڀ ڪن لائي ٻڌن ٿا. اروشي ۽ ان جي
ساهيڙي ٻئي دکي ٿين ٿيون.)

ودوشڪ:- اوهه! اوهه مهاراڻي اچي رهي آهي، ان
ڪري هينئر شانت ڪري ويهو.

راجا:- تون ئ شانت ڪري ويهه.

اروشي:- سکي! هاڻي ڇا ڪريان؟

چترليکا:- اڙي ڀڄ نه ٿيءُ. اسان کي ڪو ڏسي ڪونه
ٿو. مهاراڻيءَ جي ويس مان ائين لڳي ٿو
جڻ هن ورت رکيو آهي؛ تنهڪري هوءَ
گهڻو وقت ڪونه ترسندي.

(پوڄا جي سامگري کڻي داسيون راڻيءَ
سان گڏ اچن ٿيون)

راڻي:- (چندرما ڏانهن نهاريندي) اوڙيڪا! روهڻيءَ
جي هٿان ڪري چندرما ڏاڍو سهڻو پياو وان
لڳي رهيو آهي.

داسي:- پر راجا راڻيءَ جي سنگت ۾ وڌيڪ سونهين ٿو.
(چوڏاري ڦري ڪري)

ودوشڪ:- (نهاريندي) اڄ مهاراڻي تمام شوڀيڪ پئي
لڳي! مونکي سمجهه ۾ نٿو اچي ته هوءَ
مونکي منائين جي سوکڙي ڏيڻ آئي آهي
يا ان ڏينهن اوهان جي ڪيل ونيه کي
ڇا نوڪر هٿي هلي وئي، تنهنجو پڇتاءُ

ڪرڻ لاءِ هيترو ورهه جي ڀاڻي همت
آئي آهي ؟

راجا:- (مشڪي) اهي ٻئي ڳالهيون برابر ئي سگهن
ٿيون، بر پچاڙيءَ ۾ تو جيڪي چيو سو
مونکي وڌيڪ آئڙ جي ٿو؛ ڇو ته مهاراڻي
صاف ريشمي وسترو ڀري، سهاڳ جي
نشانيءَ جا گهڻا پائي ۽ دروا گاهه سان
پنهنجي وارن جون ڇڳون سنواري ورت
جي ڀاڻي، هٿ چڙي، مون ئي پرسن ٿيل
ٿي ڏسڻ ۾ اچي.

راڻي :- (پرسان وچي) جئه ئي! آريه جي جئه!

داسيون :- جئه! مهاراجا جي جئه!

ودوشڪ:- اوهان جو ڪلياڻ ئي!

راجا:- ديري! ڀلي آئين! (سندس هٿ جهلي
ڪيس ويهاري ٿو.)

اروشي:- سکي! هن کي "ديوي" شبد سان سڏڻ
واجب آهي ڇو ته سندرتا ۾ هوءَ اندر جي
پٽمي شچيءَ کان گهٽ ڪين آهي.

چترليکا:- تو دوبش کي چڙي سچ چيو آهي.

راڻي :- سوامي! اوهان سان گڏ هڪ وشيش ورت
مونکي ڌارڻ ڪرڻو آهي، ان لاءِ اوهان
کي تڪليف وٺڻي پوندي.

راجا:- ائين نه چئه ۽ اهو مونتي اپڪار آهي ۽ نه مون لاءِ ارچن.

ودوشڪ:- اهڙن سوڪڙين سان گڏ اهڙيون آپدائون بار بار اچن.

راجا:- راڻيءَ ڪهڙو ورت رکيو آهي؟

راڻي:- (نپوڻڪا ڏانهن نهاري ٿي)

نپوڻڪا:- آريه، ان کي "پريانو پرسادن" (پريتم کي پراپت ڪرڻ جو ورت) سڏبو ويندو آهي.

راجا:- (راڻيءَ ڏانهن نهاريندي) جيڪڏهن ائين آهي ته هي ڪلياڻڪاري تو اجايو ورت رکي پنهنجي ڪمل جهڙي ڪومل شرير کي ڪشٽ ڏئي رهي آهين. تنهنجو داس جيڪو توکي خوش ڪرڻ چاهي ٿو انکي خوش ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

اروشي:- سچ پچ راجا کي هن لاءِ تمام گهڻي شرڌا آهي.

چترليکا:- تون ته ڏاڍي ڳهيلي ٿي ڏسجين! پر مڙس جي ٻين استرين کي پيار ڪن ٿا سي ڏاڍا نرم ۽ نماڻا ٿين ٿا.

راڻي:- (مشڪي) اهو، ورت رکڻ جوئي پرتاپ آهي، جو سوامي جن ائين ڳالهائي رهيا آهن.

وِدوشڪ:- مترا! شانت رھه. اھڙن امولڪ وچنن جو
جواب ڏيڻ ٺيڪ نه آھي.

راڻي:- ڪماريون! پوڄا جي سامگري ڪٺي اچو؛
جنھن مان مٺي ھرميه محل تي ڪرنديءَ
چندرما جي ڪرڻن جي پوڄا ڪري سگھان.

داسيون:- جيڪا مھاراڻيءَ جي آگيا. اجھو! ھي آھي
پوڄا جي سامگري.

(چندرما جي ڪرڻن جي واس ڌوپ ۽ گلن
ڦلن سان پوڄا ڪري ٿي.)

داسيون:- آريه ماڻوڪ! ھي مٺايون اوھانجي لاءِ آھن.

وِدوشڪ:- (مٺايون وٺي) شل! اوھان جو ڪلياڻ ٿئي
۽ اوھان کي پنھنجي ڦل جي پراپتي ٿئي!

راڻي:- سوامي! ٿورو ھيڏانھن اچو.

راجا:- اجھو مان آيو آھيان.

(راڻي ھٿ جوڙي راجا جي پوڄا
ڪري ٿي.)

راڻي:- چندرما ۽ روھڻي ٻنھي ديوتائن کي ساکي
ڄاڻي. اڄ مان پرتگيا ٿي ڪريان ته جنھن به
استريءَ کي مھنجو پتار پائيندو تنھن سان
سک پريو ورتاءُ ڪندس.

اروشي:- آف! مان ھن جي شبدن جو پورو پورو

مطلب ته نه سمجهي سگهيس ؛ پر تڏهن هوندي به مهنجي من کي ڪجهه آٿت مليو آهي.

چترليکا:- سکي! هيئنر هن درياهه دل ڀنورن جي موکل ملڻ تي توکي پنهنجي پريتم سان ملڻ ۾ ڪنهائي ڪانه ٿيندي.

ودوشڪ:- (پاسيرو ٿي) مڇي هٿان مان نڪري وڃڻ تي جڏهن ماڻهو نراس ۽ نااميد ٿي ويندو آهي ؛ تڏهن هو چوندو آهي ته مان هي پنيه جو ڪم ڪيو جو مڇيءَ کي نه ڦاسايم. گڏڙ ڏاکه نه پڄي اکي ٿو ڪنا. (ڏاڍيان) مهاراڻي! ڇا مهاراج اوهان کي ايڏو پريه آهي؟

راڻي:- مورکه! مان پنهنجي سواميءَ لاءِ سوين سک قربان ڪريان. ان مان ٿي انومان ڪري سگهين ٿو ته مونکي هن جي لاءِ پريم آهي يا نه.

راجا- تون پيار ڪرين يا نڪرائين،
مان آهيان تنهنجي در جو داس ؛
مان ناهيان جيئن تون سمجهين ٿي،
رکه مون ۾ تون پورو وشواس.

راڻي:- اوهان هجو يا نه ؛ مان وڏيءَ انوسار

پريانو پرساد ورت پورو ڪيو آهي. داسيون!
اچو ته هلون.

(راڻي هلڻ شروع ڪري ٿي)

راجا:- اي پياري! جيڪڏهن تون مونکي ان
ريت ڇڏي ڪري هلي ويندين ته مان
دکي ٿيندس.

راڻي:- مهدجا سوامي! مان ڪڏهن به نيمن جو
النگهن نه ڪيو آهي. (راڻي داسين سميت
هلي وڃي ٿي.)

اروشي:- سکي! جيتوڻيڪ مهاراجا پنهنجي پتنيءَ کي
ڏاڍو پيائين ٿو؛ پر تنهن هوندي به مان
هن کان دور رهي نٿي سگهان.

چترليکا:- ڇا تون نراس ٿي واپس ورڻ ٿي چاهين؟

راجا:- (پنهنجي آسن پرسان وڃي) متر! ڇا مهاراڻي
پري نه هلي وئي هوندي.

ودوشڪ:- اوهان کي جيڪي چوڻو هجي سو ٻيا هيڪ
جي چئو. جئن ونڊ به نه، چنڊ ڙ بيمار کي
ڇڏي ڏيندو آهي تئن مهاراڻيءَ به ناميدي
وڃان اوهان کي ڇڏي ڏنو آهي.

راجا:- ڪاش! اروشي... !

اروشي:- اڄ ڪرتارٿ ٿيس.

راجا:- ڪهڙو نه سٺو ٿئي، جيڪڏهن اروشي هن

وقت اکي ڇپي اچي پنهنجي گجرين جو
آواز ٻڌائي وڃي يا ڀنيان اچي ڪري پنهنجي
ڪمل جهڙن ڪومل هٿن سان منهنجا نيتر
بند ڪري يا هن محلات تي اُهي ڪري
آهستي آهستي اڳتي وڌي ۽ سندس سياڻي
ساهيڙي کيس گهلي مون وٽ وٺي اچي.

اروشي :- ماں هاڻي هنجي مراد پوري ڪندس.
(اروشي راجا جي پوئتان وڃي ڪري
سندس اکيون بند ڪري ٿي )

چترليکا:- (ودوشڪ ڏانهن اشارو ڪري ٿي)

راجا:- (ڇهي ۽ سڃاڻي ڪري) مترا هيءَ نه ساڳئي
سندري آهي جا نارائڻ جي سٿر مان پيدا
ٿي هئي.

ودوشڪ :- اوهان اهو ڪيئن ٿا ڄاڻو؟

راجا:- ان ۾ ڄاڻڻ جي ڪهڙي ڳالهه! ٻي ڪا به
استري پنهنجي هٿن سان منهنجي هن ڪام
جي ستايل سرير کي سک نٿي ڏئي
سگهي. چندرما جي ڪرڻن سان ٽڙندڙ
ڪمل جو گل سورج جي ڪرڻن سان ڪڏهين
ڪين ٽڙندو آهي.
(اروشي پنهنجا هٿ هٽائي پري ٿي
بيهي ٿي )

اروشي :- جئه ٿي ! مهاراج جي جئه !

راجا:- سندري ! جيءُ آئين ! ڀليڪ آئين !!

(راجا اروشيءَ کي ٻاکر سان گڏ ويهاري ٿو.)

چترليکا:- ڪيئن سکي! خوش آهين؟

راجا:- مسين ! سک جو ساهه پيو آهي.

اروشي :- سکي! مهاراڻي مهاراجا مونکي سونپيو آهي. مان پياري ڀيڻيءَ جيان هن سان گڏ ويٺي آهيان تون مونکي دکي نه سمجهه.

ودوشڪ :- ڇا اوهان سڀ لٿي ڪان اڳ مطلب ۾ آيل آهيو؟

راجا:- (اروشيءَ ڏانهن نهاريندي) تون چوين ٿي ته مهاراڻي توکي مهنجي ٻانهن سونپي آهي تنهنڪري تون مون کي پيار ڪرين ٿي، پر ڀيرا ئين جو تو مهنجو چت چورايو هو سو ڪنهنجي موڪل سان؟

چترليکا:- مهنجي سکي جواب ڏيڻ ۾ اسمرٿ آهي هينئر مهنجي ونتي ٻڌو.

راجا:- ها! مهنجو ايڏانهن ڌيان آهي.

چترليکا:- بهار جي مند پوري ٿيڻ تي اونهاري ۾ مونکي سورج ڀڳوان وٽ ٿرڻو آهي؛ تنهن ڪري توهان مهنجي هن ساهيڙيءَ سان اهڙو ورتاءُ ورتجو جو هوءَ سرڳ لاءِ اُتسڪ نه رهي.

وِدوشڪ :- سرڳ ۾ ياد ڪيري ٻڌي، ڪهڙي وستو آهي؟
اُتي جا رهاڪو نہ ڪاڻيندا آهن نہ پيئندا آهن؛
اڪيئن ڇيڇ ڪانسواءِ مڇين تي پيا مشغول ڪندا آهن

راجا:- هي ديوي! سرڳ ۾ اهڙو اد ولبہ آنند آهي
جنهنجو بيان نٿو ڪري سگهجي. ان ڪي
ڪيئن وساري سگهي ٿو؟ پر ورها سيني
استرين سان ٽڳا ٽوڙي، من موڙي صرف
هن سان ئي جيءَ جوڙ يندو.

چترليکا:- اوهان جي وڏي مهرباني. اروشي! هيئر
خوشي سان موڪل ڏي.

اروشي:- (چترليکا کي ڀاڪر پائي)
سکي منهنجي! مونکي تون هر دم سنڀارج،
پکي پريت توسان، نہ هرگز وسارج.

چترليکا:- تون نہ ڀاڳي راڄن سان گڏ گذاريندين
لنهنڪري اهڙي ونبہ نہ مان توکي ڪريان
نہ مونکي نہ وسارجانءِ.

ودوشڪ:- اوهان جي اندر جي اڇا پوري ٿي.
راجا:- اهو منهنجو سو ڀاڳيہ آهن.

سامنڊن جي منڊڪن جي هيرن سان
جنهن ڳاديءَ جا چرڻ رنگہ برنگي ڏسڻ ۾
اچن ٿا، اها ڳادي ۽ سڄي پرٿويءَ جي
راڄ جو ڇٽ پراپت ڪرڻ سان بہ مان ڀاڳ

کي اھڙو ڀاڳيوان نہ ڀانئيندس جيترو ھنجي
آگيا پالڻ ڪرڻ ۾.

اروشي :- مھاراج! ان کان وڌيڪ ٻي ڳالھہ ڇا ٿي جو
مون ۾ شڪتي ڪرڻي.

راجا:- (اروشي جو ھٿ پڪڙي) من انوسار وسن
پراپت ٿيڻ تي اڻ وڻندڙ وستو بہ وڻندي
آھي. چندرما جا اھي ڪرڻا ھيئن
آتما کي آنند ڏئي رھيا آھن، ڪامديو جا
اھي ٻاڻ ھاڻي من کي سيتلتا ڏئي رھيا
آھن. اي سندري! تنھنجي ميلاپ ڪار
اڄ جيڪي ڇھون ئي رس ۽ ڪٺور لڳي
رھيون ھيون سي تنھنجي ملڻ ڪري
سکدائي ٿي پيون آھن.

اروشي :- مان وڏو اپراڌ ڪيو آھي جو اوھان و
اچڻ ۾ ايڏي دير ڪئي اٿم.

راجا:- ائين نہ چئہ. ڪشٽن کان پوءِ جو سـ
پراپت ٿئي ٿو سو ڏاڍو رس ڀريو ٿئي ٿو
وڻ جي ڇانو بہ ان کي وڌيڪ وڻندي
آھي جو اس جو ستايل ھوندو آھي.

ودوشڪ :- متر! چندرما جي چانڊوڪي جو ڇگو
آنند ماڻيو آھي؛ ھيئنر توھان بہ وڃ
محلات ۾ آرام ڪريو.

اجا:- چڱو! هاڻي هن پنهنجي مائٽياڻي کي
رستو ڏيکار.

وشڪ:- هيڏانهن هلو! هيڏانهن!

راجا:- اي سندري! هيتر منهنجي اهاڻي اڃا
آهي نه...

روشي:- ڪهڙي اڃا آهي؟

راجا:- اي سندر ڀيرون واري! منهنجي ورهه ڪري
جيڏن راهه سڱوٽي تي لڳي، جيڪڏهن
هيتر به منهنجي ملي وڃڻ لئي ٻڌ راهه
ساڳئي ڏهوني سڱوٽي تي ٻوي نه مان ٻاڻ
کي وڏ ڀاڳي سمجهان.

( سڀ وڃن ٿا.)

(ٽيون انڪ پورو ٿيو)

# انڪ چوٿون

(اداس چهرو چترليکا ۽ سهجنيا جو اچڻ)

سهجنيا:- (چترليکا ڏانهن نهاريندي) سکي! تنهنجو
مک مرجهايل ڪمل جيان لڳي رهيو آهي
ان مان سمجهان ٿي ته تون ايڪلي آهين
تنهنڪري پنهنجي اداسائيءَ جو ڪارڻ
ٻڌاءِ ته مان به تنهنجي ڏک ۾ ڀاڱي
ڀائي ٿيان.

چترليکا:- (ڏک ڀري آواز سان) سکي! واري سا
اسان کي سوريه ڀڳوان جي سيوا لاءِ وڃڻ
پوندو آهي. اڄ ان ڪري ان اروشيءَ جي
ياد اچي رهي آهي.

سهجنيا:- مونکي اوهان ٻنهي جي دلي سنبنڌ جي
ڄاڻ آهي. پوءِ ڇا؟

چترليکا:- هنجي حالت ڄاڻڻ لاءِ جڏهن مان ڌيان
لڳائي ڏٺو ته خبر پئي ته هوءَ هن وقت
وڏي آپدا ۾ آهي.

سهجنيا:- (الڪ ٿي) ڪهڙي آپدا ۾؟

...يڪا - راجا پُرورَوا پنهنجو سڄو راڄ ڪاروبار منترين
کي سونپي پنهنجي پياري اُروشيءَ سان
موجون ماڻڻ لاءِ ”گنڌامدنا“ بن
ڏانهن ويو.

...ديا:- واهه جو اِلي آنند پراپت ڪري سگهجي ٿو!
پوءِ ڇا ٿيو؟

...يڪا:- اُتي گنگانديءَ جي ڪناري تي ودياڌر
جي سندر ڪنيا اُديوتي واريءَ جا محل
اَڏي رهي هئي، راجا ان جي سونهن تي
هوڪ هاري ويٺو ۽ يڪ ٽڪ ان ڏانهن
نهاريندو رهيو. اهو ڏسي اُروشي ٽپي لوهه
ٿي وئي.

...يا :- اُئين برابر آهي. جنهنجي دل ۾ سچي سڪ
هوندي آهي سو پنهنجي پريتم جو ٻئي
ڪنهن سان پيار جو ناتو سهي نه سگهندو
آهي. تنهن کان پوءِ ڇا ٿيو؟

...ڪا:- تڏهن راجا جي ڪيترن ويڻن کي ٻڌو
اڻٻڌو ڪري گروءَ جي سراپ جي اثر ڪري
ساڃهه وڃائي هوءَ ڪمارن ڏانهن هلي وئي،
جتي استرين جي وڃڻ جي بندش آهي.
جئين ئي هوءَ اندر گهڙي ته ول ٿي پيئي.

:- وڏا اڳيان ڪاهه ڳالهه ڪنن نه آهي!

افسوس! اهڙي ٻوڙ ٻيار ۾ اچانڪ اهڙ
آپدا آئي! ڀلا هاڻي راجا جي ڪهڙ
حالت آهي؟

چترليکا:- هو هن ان ۾ ئي پنهنجي پريتما جي ڪو
راحت ڏيندي گذاري ٿو. آڪاش ۾ گهنگهور
گهٽائن ڇانئجي وڃڻ ڪري ٿڪي ماڻهو
ان پر ئي نا وڃن پوء هن وچاري
حالت ڪهڙي نه سوچڻ جهڙي هوند

سهجنيا:- سکي! اهڙا سرشٽ مدش گهڻو وقت
زندا سهن. ضرور پنهنجي ڪرپا سان ه
جي ميلاپ جو ڪرن ڪو اپاءُ نڪرندو.
هيڏانهن اچ! سو ڀي ڀڳوان نڪرڻ وارو آه
هلي انجي اپاسنا ڪريون. (اٿين هل
وڃن ٿيون.)

(راجا جو پاڳلن جيان اچڻ)

راجا:- بيهه، پاپي راڪشس. بيهه! تون مهن
پريتما کي ڪيڏانهن ٿو کڻي وڃين! او
هو پربت جي چوٽيءَ تان آڪاس ڏ
اڏامندي مون تي پاڻ وسائي ٿو. (ڄ
طرح نهاري ڪري) اڙي! هي نه وس
بادل آهي؛ نه شسترن وارو پاپي راڪش
هي نه اندر ڌنش (وڄ) آهي؛ نه راڪ

جو ڌنش. هي جهڪي ٽپ ٽپ ڪري
وسي رهيا آهن سي ٻاڻ نه پر برسات جون
بوندون آهن ۽ هيءَ جا پاسي ۾ سونهري
بجلي چمڪي رهي آهي سا انڊلٺ آهي
۽ نه منهنجي پياري اروشي (سوچيندي)
هوءَ مهاسندري ڪيڏانهن وئي هوندي؟
هوءَ ڪروڌ ۾ هٺ ڪري پنهنجي الوڪڪ
شڪتي سان ڪٿي نه ڪٿي لڪي ويٺي
هوندي. پر هوءَ ڏهڻو وقت ڪروڌ نه
ڪندي آهي. هوءَ سرڳ ڏانهن نه هلي
و ويٺي هجي! پر هوءَ نه مونکي هرديه سان
چاهيندي آهي. منهنجي سامهون دئيتن
هن کي پڄائي نٿا سگهن؛ پوءِ به هوءَ
مونکي ڏسڻ ۾ نٿي اچي؛ هي ڪهڙو
ر ڀاڳيه آهي؟

(چوطرف نهاري ٿڌا ساهه کڻي)

جڏهن تقدير منهن موڙي ٿي تڏهن
پدا مٿان آپدا اچي ٿي. اچانڪ هي پرينما
و ويوگ منهنجي لاءِ سهڻ کان ٻاهر آهي
وري هي ٻادل گرجي رهيا آهن جڏهن
ڪري اس غائب ٿي وئي آهي ۽ ڏينهن
ب و وڻندڙ پيو لڳي.

(مشڪي) مان پنھنجي من جي مايوس
اجايو وڌائي رهيو آهيان. رشين مدين
ائين چيو آهي ته راجا سمنڊ جو وڌاءُ
جيئن هو چاهي تئين هو ڪري سگهي
پوءِ چيو ته مان هن برسات جي مدد کي مو
ويڙهه لاءِ چوان. نه، نه برسات جي مدد کي
موٽايان ٿو ته برسات جي هٿان ڪري هي
جي درشن آهن سي منھنجي راڄائيءَ
سمنڊ رڳا وڌائي رهيا آهن.
وڄ جي سونهري ليڪن سان گڏ
جڻ منھنجو چٽ آهن. ڏچل جا وڻ پنھن
پور جو منھنجي متان چونر گھمائي ر
آهن ۽ گرمي جي مدد پوري ٿيڻ ک
مت ر ڳائيندڙ هي مور چارڻن جو ڪم ڪ
رهيا آهن ۽ اوچا پربت هڪ
جا واپاري آهن جي برسات جي ڪر
پرپور ڏارائن کي. سوڪڙي ڦڙ مون ڏاڻ
آڻي رهيا آهن: پنھنجي ھن شان شوڪ
کي ڏيکارڻ مان ڪهڙو لاڀ! پھرئين ر
بن م پنھنجي پرڻا کي ته ڳولهيان. انهار
جڏهين ٿي مان پنھنجي من کي ھنجي
م لڳايان ٿو تڏهن ٿي منھنجي من جي
وڌي ٿي. هن ڪنڊ لي وڻ جي پسيل

گلن کي ڏسي کري مونکي اروشي جا
اهي کروڙ ۾ لعل تيل نيٽر ياد اچن ٿا جن
۾ اڙڪ پڻ لڙي آيا هئا.

اها مان کيئن خاطري کريان! ته هوءَ
هتان هن رستي ڏانهن وئي ۔ جيڪڏهن
اها برسات ۾ پڇي وبل سندري هن بن
جي وا.يءَ واري ڌرتي؛ جنهن تي بادلن
بوندون برسايون آهن لنهن تي پند کري
ها ته سندس پيرن جا رنگيلا نشان جهمڪن
جي بار کري پريان ني چٽا ڏسڻ ۾
اچن ها.

(ٿورو هلي خوش ٿي نهاري کري)
منهنجو اهو انومان آهي ته هوءَ کروڌ
سندري هن طرف وئي هوندي!

هاءِ! هتي طوطي جي پيٽ جهڙو
ساٺورو هنجو چولو پيو آهي. ان تي هنجي
انهن لڙڪن جا نيشان آهن، جيڪي ڳلن
ڳرندي سندس ڳلن جو رنگ پاڻ سان کڻي
لڙيا آهن. کروڌ ۾ تيزي سان هلڻ کري
سندس هي چولو کري پيو آهي.

(چڱي طرح نهاري کري) اڙي هي
ته صرف سر سبز ڏاهه ۽ اندر گرڀ جيئن

آهن. هن ٻن ۾ مونکي پنهنجي پياريءَ جي
ڪٿان ڪل پوندي! (ڏسي ڪري) اڙي!
هن پٽر تي مور ويٺو آهي، ٻادلن جي
وسڻ ڪري ان پٽر مان ٻاڦ نڪري رهي
آهي. سامهون تيز هوا اچڻ ڪري هن مور
جي ڪلنگي لڏي رهي آهي. هو ڳچي
مٿي کڻي خوشيءَ وچان آواز ڪري ٻادلن
ڏانهن نهاري رهيو آهي. ٺيڪ ائين ٿيندو
ته هن ڪان وڃي پڇان. (پرسان ٿي ڪري).

اي مور! ڇا تو منهنجي ان پريتما کي
پسيو! جنهنجون وڏيون اکيون
آهن ۽ جنهنجي ڳردن اهڙي ته سندر
آهي جنهنجو ڪٿ نٿو ڪري سگهجي!
اهو ڪيئن! بنا جواب ڏيڻ جي هي پنهنجي
نرتيه ۾ لڳي ويو. هن جي آنند ماڻڻ جو
ڪهڙو ڪارڻ آهي؟ (ويچاري ڪري)
ٺيڪ آهي؛ سمجهيُ ويس.

اڄ جيڪڏهن اها سوڀاوان وارن واري
سندري جنهن جا وار ڳلن ڦلن سان سينگاريل
هجان، هتي هجي ها ته پوءِ مور کي ڪير
پڇي ها؟ هي ٻين کي اپدا ۾ ڏسي پاڻ
موجن ماڻي رهيو آهي لهڪري هاڻي.

مان هن کان ٻڌهه نه پڇندس. (ٿورو هلي
ڪري) هٿ جهوءِ جي وڻ تي ڪرڻ وڃڻي
آهي. اونهاري جي ٻوري ٽپڻ ڪري هن
۾ ڪم وسندا وڌي ويا آهي. هي ٻکي
ٻين پکين کان هوشيار آهي؛ تنهنڪري مان
ڪيس منٿ ڪريان ٿو.

پريمي توکي پيار جو پيغام پهچائيندڙ
سڏبندا آهن. تون ناز وارين سندرين جي
ڪنڌ مان ڪلي ڪيڻن ٿي. اي! ڪرنج!
تون منهنجي پريتما کي مون وٽ وٺي اچ
يا مونکي جلدي ان ڏانهن وٺي هل. تون
ڇا ٿو چوين؟ تو جهڙي پريميءَ کي هوءَ
ڪيئن ڇڏي ويئي؟ چڱو ٻڌ. مونکي اهڙي
ڪا به ڳالهه ياد نه ٿي اچي جنهنڪري هوءَ
مونکان رسي وئي هجي. ڪڏهن ڪڏهن
استريون پنهنجي پتيءَ تي رعب جمائڻ جي
ويچار کان به بگڙجي ويندبون آهن.

منهنجي ڳالهه کي ٻڌو اڻٻڌو ڪري هوءَ
پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويئي. ٻئي جي دک
کي ماڻهو مٺاڄرو لکيندا آهن. جت باهه
ٻري اُت سيڪ اچي. گهايل کي گت
گهايل جاڻي. ان ڪري اها ڪرڻ ٻون

مصيبت ۾ مڇهيل جي پڪار ٻڌي اڻ ٻڌي
ڪري ڀڪل چمن جو رس. پيئڻ ۾ انهن
مشغول آهي جنهن مست ڀرامي پنهنجي
پريتما جي لبن چمڻ ۾ مست هوندو آهي.

تنهن هوندي به مان هن ڪومل ٽي
ٽي ڪروڙ نثر ڪريان؛ چاڪاڻ ته هن جو
آواز منهنجي پريتما جيان مٺو آهي. مان
هتان دور وڃان ٿو.

(وڃي ٿو ٻڌي ٿو) واهه! ڏکڻ طرف
کان گجرين جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي ٿو سو شايد
منهنجي پريتما جي هيٺ لهڻ ڪري ٿئي
ٿو. چڱو مان اوڏانهن وڃان ٿو. (اتر روڦري
ڪري) افسوس!

اهي گجرين جي گونجار نه پر انهن راڄ
هنس جون ڪوڪون آهن، جي چئو طرف
ٻادلن جي ڪارنهن ڇانئجڻ ڪري مانسرور
ڀي ندي ڏانهن وڃڻ لاءِ چاهڪ آهن.

اي هنس! تو جيڪي رستو ۾ ڪمل جون ڏانڊيون
چڱيون آهن انهن کي هينئر ڦٽي، ڪري پر
مانسرور ۽ ندي ڏانهن ڪٿي وڃ. ٻهرين موڪي
منهنجي پريتما جو سماچار سڻائي دل جو
درد دور ڪر. چاڪاڻ ته سٽ پرش پنهنجي

مِٽن کي مدد ڪرڻ پنهنجي سوارٿ سڌ
ڪرڻ کان وڌيڪ سمجهندا آهن.

جڏهن نموني هي منهن مٿي ڪري
نهاري رهيو آهي تڏهن مان سمجهي سگهجي
ٿو ته هي اهو جواب ڏيندو ته هو مانسرور
ڏانهن وڃڻ لاءِ اُتسڪ هو تنهنڪري منهنجي
پريتما کي ڏسي ڪونه سگهيو.

اي هنس! جيڪڏهن تو منهنجي پريما
کي ندي جي ڪناري ڪونه ڏٺو ته تو
هيءَ هنجي مست چال ڪٿان چورائي؟

تنهنڪري اي هنس! منهنجي جڏهن
پريتما جي تو هيءَ مست چال چورائي آهي
تنهنڪي منهنجي سپرد ڪر؛ ڇو ته چور
وٽان جيڪڏهن چوريءَ جو ٿورو به مال
ملندو آهي ته ان کي سمورو ئي مال ڏيڻو
پوندو آهي.

(ڪاڪي ڪري) اڙي! هي مونکي چورن
کي سزا ڏيندڙ راجا سمجهي ڌپ وچان
اُڏامي ويو. (ڦري ڪري) چڪرواڪ پکي
هتي پنهنجي پياريءَ سان وٺو آهي. چڱو،
ان کان ئي پڇان ٿو.

اي چڪرواڪ، ڦيٽي وانگر گول رانين

واري پريتما کان وڇڙيل ۽ چت ۾ سوڙ
چاهنائون رکندڙ مان مهارتي. تو کان پڇان ٿو،
هي چاٿو چوي، تون ڪير آهين، ڪيئ
آهين؟ هنکي ائين چوڻ نه جڳائي. شاير
هي مونکي ٺٺو سڃاڻي!

مان اهو پرورا آهيان جنهنجو سور
۽ چندرما ناتو ۽ ڏاڏو آهي ۽ جنهنکي
پرٿويءَ ۽ اروشيءَ پنهنجو پٽ سويڪ
ڪيو آهي.

هي شانت ڇو آهي؟ چڱو مان هاڻي
هن کي ڇيڙيندس.

جڏهن تنهنجي پياري چڪوي تلاءَ
۾ ڪمل جي پن جي اوٽ ۾ ويٺي هوندي
آهي تڏهن تون هن کي دور ويل سمجهي
گهٻرائجي ورلاپ ڪندو آهين. پنهنجي
پريتما کي تون ايڏو نه پيار ڪرين ٿو جو
اهڙو نه وڇوڙو سهي نٿو سگهين ۽ مان
جيڪو پنهنجي پريتما کان وڇڙيل آهيان
تنهنکي تون پريتما جي ڪا نه خبر ٻڌائڻ
لاءِ تيار نه آهين. منهنجي ڀاڳ ۾ ٿي ڪا
ڪاڻ آهه!

چڱو، هاڻي ڪنهن هنڌ وڃان! ٿورو هلي ڪري

پيا نہ ھاڻي نہ وڃان. ھي ڪمل جنھن ۾ ڀؤنرا گونجار ڪري رھيا آھن؛ سو مونکي رھيو آھي. ھي ڪمل مونکي اروشي جيان لڳي ٿو. جڻ مان اروشي جي چپن کي چمي رھيو آھيان ۽ اھا گونجار جڻ چمڻ جو آواز آھي.

چڱو ان ڪمل لئي وڃڻ ڀؤنري کي نہ ونہ ڪري ڏسان جنن وڃڻ بعد پڇتائڻو نہ پوي.

اي ڀؤنرا! ان نشيلي نيڻن واريءَ اروشي جو سماچار سڻاءِ.

(ڪجھہ سوچي ڪري) پيا نہ ائين لڳي ٿو تہ تو منھنجي پريتما کي ڏٺو ئي ڪين آھي؛ ڇو تہ جيڪڏھن تو کي ھنجي سڳنڌت سواس جي سڳنڌ ملي وڃي ها تہ تون ھن ڪمل کي ايڏو ٿورو ئي پاتئين ھان! چڱو، ھاڻي ھلان.

(ٿورو ھلي نھاري ڪري) اڙي! ھتي ڪدمب وڻ جي ٽاريءَ لئي سونڊ رکي منھنجي ھاٿيءَ سان شاھاڻو ھاٿي بيٺو آھي. من ان مان ئي پريتما جو پتو پئجي وڃي. (نھاري ڪري) مونکي تڪڙ نہ ڪرڻ گھرجي.

پلي شاهاڻو هاٿي ڀورين پنهنجي پياري
هاٿڻ جي سونهن سان ڏنل تاڙن گلن، پڻ
سگهه ۽ رس سان ڀرپور ٿاري جو آنند
پراپت ڪري.

(ٿورو ٿورو سي) ٺيڪ آهي، هاڻي هن پنهنج
پوڄن ڪاڏ و آهي. چڱو، هاڻي، ونس و ڃي
ڪانئس پڇان ٿو.

اي مست شاهاڻا هاٿي! ڇا تو پنهنجي
ڏور ڏور ڏسڻ وارين اکين سان منهنجي
سندر جو پوتني پرينڊا جهنجا وار ڇمبيا ۽
جي گلن سان سينگاريل آهن ۽ جا چندر ه
جي ڪلا جيان سوهيان آهي تنهنکي ڏٺو؟

(خوشيءَ وچان) واهه! واهه! تنهنجي
هن مڌر ۽ گمڀير آواز مان ٿي سمجهجي
ته تو منهنجي پرياتما کي ڏٺو آهي. ان ڪار
مونکي آنند ڏنو آهي. مونکي تنهنجي لا
پيار آهي ڇو ته ڪن ڳالهين ۾ اسين ٻئي هڪ
جهڙا آهيون.

ماڻهو مونکي پرٿوي لوڪ جي راجائن
جو سوامي سڏيندا آهن ۽ توکي هاٿين ج
سوامي. تون ڏيئهن رات رس ۾ هاٿين ڏ
۽ مون وٽ پڻ سدائين دان جا در کليل

آهن. استرين ۾ هيري سمان سندر اروشي
منهنجي پريتما آهي ۽ هيءَ هاڻ ته تنهنجي
اهڙي پياري آهي. اهڙي نموني اسان
ٻئي هڪجهڙا آهيون. شل تون ڪڏهن به
مون جيان پنهنجي پريتما جي وره جو
دک نه سهين! چڱو تون آرام ڪر. مان اڳتي
ٿو هلان. (ڦيري ڪري ۽ چوڌاري
ڏسي ڪري.)

اڙي! هي سندر سرپيڪندر پروت
ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهو اپسرائن جو پيارو آرام
استل آهي؛ شايد هوءَ سندري هن پربت
جي ڇاهي وٽ ملي وڃي! (ٿورو هلي
ڇتائي ڪري.)

هي ڇا آهي؟ هت ته ڏاڍي اوندهه آهي.
چڱو، جڏهن بجلي چمڪندي تڏهن ڏسندس.
اُف! منهنجي درپاڳيه ڪري بادلن سان
وچ ۾ نئي چمڪي! تڏهن هوندي به هن
پربت کان ٻنا پيچڙ جي مان واپس نه ورندس.
اي وستريه پربت! تو پنهنجي هن ڪامديو
جي ٻن ۾ ڇا ان سندر ستن ۽ اسٽڻن واري
سندري کي ڏٺو؟

هي شانت چو آهي؟ مان سمجهان ٿو

نه ٽورو ٻري ھئڻ سبب ھن منھنجي ڳالھه
ڪونه ٻڌي آھي. چڱو، سندس ويجهو
وڃي پڇان ٿو. (ڦري ڪري).

اي پرٿن جا سوامي! ڇا تو ھن سندر
ٻن ۾ منھنجي وڇڙي ويل وچتر سوڀيا واري
سندري اروشيءَ کي ڏٺو آھي؟

(ٻڌندي، خوشيءَ وچان) ھي ڇا ٿو
چوي! جنھن مون ٻڌايو آھي، نيڪ انھن ھن
کي ڏٺو آھي. شل اِھين ھن کان ٻه وڌيڪ
پريه سماچار سڻو. ”منھنجي پريتما ڪٿي
آھي.“

(پردي جي پٺيان سڳيا وچن ٻڌي ٿو)
اڙي! ھيءُ ڪجهه نه آھي، ھي ته منھنجي
وچن جو پڙاڏو آھي. جو ھن غفائن جي
جي ڪري پيدا ٿي رھيو آھي.

(دکه ظاھر ڪندي) آھ! ڏاڍو ٿڪجي
پيو آھيان. ھاڻي ھلي ڪري ھن جابلو
نديءَ جي ڪناري تي واھي ڪرڻ لھرن
مٿان لڳندڙ واءُ جو آنند پراپت ڪندس.
(ٿورو ھلي ڪري ۽ سامھون ڏسي ڪري)
ھن نئين ۽ نرمل جل ڪري ميري نديءَ
کي ڏسي ڪري ته منھنجو من اھار اھار

ٿي رهيو آ، ڇو ته هيءَ ڳڙ ڳڙ ڪندي ۽
ڇپن سان ٽڪرجندي اڳتي وڌي رهي آهي.
مونکي ته ائين ٿو لڳي ڄڻ منهنجي ڪروڌت
اروشيءَ نديءَ جو روپ ڌارڻ ڪيو آهي.
هنجون ٽيڙيون لهرون هنجي ٽيڙن ڀرون جيان
آهن ۽ گهٻرايل پکين جي قطار هنجي ڪرڌني
(ڪمر جي زنجير) سمان آهي.

(هٿ جوڙي ڪري)

اي مڌر ٻوليندڙ! مان توکي ايڏو
پيار ڪريان ٿو. ڪڏهن به پنهنجي پيار ۾
پنتي نٿو پوان، تڏهن به تون منهنجو ڪهڙو
اپراڌ ڏسين ٿي جو مون داس کي پنهنجي
ورهه ۾ وياڪل ڪري ڇڏي وڃين ٿي.

هي ڇا؟ هي ته شانت آهي. (سوچي
ڪري) ڇا هيءَ سچ پچ ندي آهي! اروشي
پروروا کي ڇڏي ڪري سمنڊ کي پيار ڪونه
ڪندي. نيڪ آ، بدا دکه ڀوڳڻ جي سکه
جي پراپتي ڪونه ٿي ٿئي. ڇگو، ته پوءِ
هن آستان تي ٿو هلان جتي هوءَ سندري
منهنجي اکين اڳيان غائب ٿي وئي هئي.
(ٿورو هلي ڪري ۽ ڏسي ڪري) هتي هر
هرڻ ويٺو آهي. وڃي ڪري ان کان پنهنجي
پريتما جو ڏس پتو پڇان.

هي هرڻ پنهنجي چٽڪبري رنگ جي
ڪري ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿو ڄڻ نه بن جي
ديويءَ تنهن ساوڪ ڏسڻ لاءِ پنهنجي نظر
اچلائي هجي.

(نهاري ڪري) هي ڇا؟ مونکي ٻه و
اٺ ٻه و ڪري ٻئي پاسي منهن ڦيرائي هليو
ويو. (ڏسي ڪري) هن وٽ اچڻ واري
هرڻيءَ کي ڪير پياڪ هرڻ جي ٻچي وچ ۾ اچي
روڪي ڇڏيو. هاڻي هوڳچي ڦيري ڪري ان هرڻيءَ
ڏانهن نهاري رهيو آهي. (وڏو ڏجهو وڃي ڪري
۽ هٿ جوڙي) او! هرڻين جا سوامي، ڇا
تو هن ان ۾ منهنجي پريتما کي ڏٺو آهي؟
ٻه ان بابت توکي ڪجهه جاڻ ڏيان ٿو.
تنهنجي پريتما هيءَ هرڻي جنهن وڏن وڏيون
اکين سان نهاري ٿي تنهن منهنجي پريتما
۾ نهاريندي آهي:

هي ڇا؟ منهنجي ڳالهه کي ٻه و اٺ ٻه و
ڪري پنهنجي هرڻيءَ طرف منهن ڪري
ويهي رهيو! ائين برابر آهي. قسمت جي
ڪچائي سبب هرڪو اپمان ڪندو آهي.
چڱو هاڻي ٻئي ڪنهن هنڌ وڃان. اڙو و
هلي ڪري ۽ سامهون ڏسي ڪري) اڙي!

هي هنجي وڻ واري رستي جو نشان ملي
وڃي. هيءُ نئين ڳاڙهو ڪدمب جو وڻ آهي
جنهن جا گل اونهاري جي پوري ٽيڻ تي
ٽڙيا هئا. ان وقت ان جا نوان نؤان گل
جيتوڻيڪ پورا ٽڙيل نہ هئا تڏهن بہ منهنجي
پياريءَ انهن سان پنهنجي وارن کي سينگاريو هو.
(ٿورو اڳتي هلي ڪري ٻاهرون ڏسي ڪري)

اڙي لعل اشوڪ وڻ! مونکي ٻڌاءِ
تہ هوءَ سندري مون پريميءَ کي ڇڏي
ڪري ڪيڏانهن هلي وئي؟ (هوا جي لڳڻ
ڪري اشوڪ وڻ جي ٽاريءَ کي جهومندو
ڏسي ڪروڌ سان) هوا جي ڪارڻ پنهنجي
سر کي لوڏيندي ڪوڙ ڇو ٿو ڳالهائين تہ
مون هن کي نہ ڏٺو آهي. جيڪڏهن هن جي
پيرن جي چرت ٽوڪي نہ لڳي هجي ها تہ
هي تنهنجا گل ڪٿان ٽڙن ها جن تي هينئر
ڀونرا اڏبر ئي ديرو دمائي ويٺا آهن ۽
گلن جي پنکڙين کي ڪتري رهيا آهن.
نيڪ آ! آرام سان رهہ.

(ٿورو هاي ڪري ٻاهرون ڏسي ڪري)

هي چمن جي وچ ڳاڙهو ڇا ٿو
ڏسڻ ۾ اچي؟ هي اهڙو نہ چمڪي رهيو

آهي جو شينهن کان ماريل هرڻ جي ماس،
جو ٽڪرو ٻه ٽي نٿو سگهي ۽ نه وري هيءُ
ٻاهه جي چڻنگ آهي، ڇو ته هينئر اڃا هن
ٻن ۾ زبردست برسات وسي چڪي آهي.

(سوچي ڪري)

اڙي! هي ته اشوڪ جي ڳاڙهي گل جيان
هڪ مڻي آهي. ائين ٿو ڀاسجي جڻ سورڳ
ديوتا پنهنجي ڪرڻن روپي هٿن کي هن
ڏانهن وڌائي هن کي چڪڻ جي ڪوشش
ڪري رهيو آهي. هيءُ منهنجي من کي
ڏاڍي وڻي ٿي. ڇگو ان کي کڻان ٿو. (ان
مڻيءَ کي کڻي ٿو) منهنجي پريتما جي
مندار پشپن سان سڳنڌت چوٽيءَ ۾ هيءُ
مڻي سونهين. جنهن حالت ۾ هوءَ ئي مونکي
پراپت نٿي ٿئي پوءِ هن مڻي کي ڇا لاءِ
رکان ۽ ڇا جي لاءِ پوءِ هن مڻي کي پنهنجي
لڙڪن سان ميرو ڪريان؟

(مڻيءَ کي رکي ٿو) (آواز ٿئي ٿو)

ٻچا! ان کي کڻج. اها پاربتي جي چرڻ
جي لعلائي مان جڙيل آهي. ان جو نالو
سنگمڻي آهي. هن کي جو پراپت ڪري ٿو سو
جلد ئي پنهنجي پريتما جو درشن ڪري ٿو.

(ڏيان سان ٻڌي ڪري) ھي ڇا؟ ڪني
مونکي ٺڳي ائين چئي رھيو آھي؟
(ساھمون ڏسي ڪري) اوھ! ڪو مٿي
مون ڏي ديا ڪري ھرڻ جي روپ ۾ گھمندي
مونکي ائين چئي رھيو آھي. سوامي اھو
ٻڌائي ڪري اوھان مون ڏي وڏي ڪرپا
ڪئي آھي. (مٿي ڪٽي ڪري) اڙي سرگمٽي!
جيڪڏھن تنھنجي ڪري مونکي اھا ڀلي
ڪمر واري وڇڙيل پريتما وري پراپت ٿئي
تہ مان توکي پنھنجي مستڪ تي ائين ڌارڻ
ڪندس جيئن شو ڀڳوان چندرما جي ننڍين
ڪلا کي ڌارڻ ڪندو آھي. (ٿورو ھلي ڪري
۽ ساھمون ڏسي ڪري) ھيءَ ڪھڙي
ڳالھہ آھي. ھن ساھمون واري ول ۾ پشپ
بہ ڪين آھن پر تڏھن ھوندي بہ ھنکي ڏسي
ڪري منھنجو ھردو، خوشيءَ ۾ نٿو سمائجي.
ھن جو مونکي پيار ۽ اڳڻ سوپاويڪ آھي؛
ڇو تہ ھيءَ ول اروشي وانگر ڀلي آھي ۽
ائين ڏسڻ ۾ اچي ٿي جڻ منھنجي پيرين
پوڻ تي بہ ڪروڌ ۾ ٻڌي اٿٻڌي ڪري
ھلي وڃڻ بعد ھاڻي ھيءَ پڇتائي رھي آھي.
ھن جا پن برسات جي پاڻي ڪري آلا ٿي

ويا آهن، جيڪي انهن پاسن تا جڻ هنجي
اکين مان لڙڪ لڙي اچي سندس چپن تي
ڪريا آهن. هن وقت هن ول ۾ گل ٽڙيل
ڪين آهن. ان مان انهن لڳي ٿو جڻ وره
جي ڪارڻ اروشي ٻنهندا ڳهٽا لاهي ڦٽي
ڪيا آهن. هن ول ۾ ٻوٽن جي گونجار
ڪونهي جنهن مان سمجهجي ٿو ته اروشي
چنتا ۾ وياڪل ويٺي آهي.
چڱو، پنهنجي پريتما سان ملندڙ جهلندڙ
هن ول کي ڀاڪر پائي آنند پراپت ڪريان.
(ول کي ڀاڪر پائي اکيون ٻوٽي ٿو)
واهه! واهه! هن ول کي ڇهڻ سان مونکي
اهڙو ته آنند پراپت ٿيو آهي جو جڻ اروشيءَ
جي شرير کي ڇهڻ سان پراپت ٿيو هجي.
تنهن هوندي به مونکي وشواس نٿو اچي!
ڇو ته جنهن وستوءَ کي مان پنهنجي
پريتما سمجهان ٿو سا بدلجي پيو ڪجهه ڏسڻ
۾ اچي ٿي. ان ڪري ڇهڻ سان اهو انڀو
ڪندي به، ته هيءَ منهنجي پريتمائي آهي
مان پنهنجو نيتر کولي نٿو سگهان.
(ڏٻري ڏيري اکيون کولي ڪري) ڇا
سچ پچ هيءَ منهنجي پريتما آهي!

ي :- (آنسون وهائيندي) مهاراج جي جئه ٿئي!
سندري! جڏهن مان تنهنجي وره جي
ڪارڻ اندڪار جي ساگر ۾ ٻڏي رهيو
هوس ته تون پاڇن سان هينئر مونکي انهن
ملئي وئين جيئن ڪنهن مردي ۾ ساهه پيو هجي.

ي :- مهاراج! مان اوهان جو ورتانت پنهنجي
آنديءَ اِنديءَ سان ڄاتو آهي.

جا:- آندرين اِندرين سان! ان جو مطلب مان ڪونه
ٿو سمجهان.

ي، :- چڱو، ٻڌايانو ٿي. پهريائين مونکي ڪميا ڪرڻو
جو مان ڪروڌ جي وس ٿي اوهانجي هيءَ
حالت ڪري ڇڏي آهي.

جا:- سندري! مونکي خوش ڪرڻ جي ڪا
ضرورت ڪونهي. تنهنجي درشن سان ٿي
دک دور ٿي ويا آهن ۽ دل جو ڪنول
ٽڙي پيو آهي. مونکي اهترو ته ٻڌاءِ ته
مون ڪانسواءِ ايترو سمو تون ڪيئن رهي
سگهي آهين؟

شي:- مهاراج! ڪمارڪانڪيه جيون پر برهمچاري
رهڻ جو ورت ڌارڻ ڪيو ۽ گنڌمادن پربت
جي هن آستان جو نالو "اڪلش" رکي ڪري

ان ۾ ڀُهنجو آسڻ ڄمايو ۽ هي نم ناهيو...

راجا:- ڪهڙو نيم؟

اروشي:- نه هن بن ۾ جا استري پرويش ڪندي ساول
ٿي ويندي ۽ پاروتيءَ جي چرڻن مان پيدا
ٿيل مٽيءَ کان سواء هوءَ "ول" جي روپ
مان مڪت نه ٿيندي. گرديو پرم مڻيءَ جي
سراپ ڪري مان ڪمار ڪارتڪيه جي نيم
جو الڳهن ڪيو. اوهان جي وڇنتيءَ ڪي نه
نه ٻڌي جنهن ڪري مان ان بن ۾ پرويش
ڪيو ته وستي ول ۾ بدلجي ويس.

راجا:- هيءُ هرڪا ڳالهه ظاهر آهي. پياري! جڏهن
مان تڪ هڻڻ سبب سمهي پوندو هوس ته
تون مونکي ڏور ويل سمجهندي هئينءَ.
هاڻي ڪيئن ايترا ڏينهن تون مونکان ڏور
رهي سگهي آهين؟

اروشي:- اڙي هي نه سنگمڻي آهي! انڪري مهاراج
جي پاڪر پاڻ سان مان پنهنجي اصلوڪي
روپ ۾ آيس.

(مڻي ڪڍي مستڪ تي رکي ٿي)

راجا:- سندري! پل ڪن نه اٿين ايهه. مڻيءَ کي
مستڪ تي ڌارڻ ڪري، ان مڻيءَ جي لعلاڻ
ڦهلجڻ ڪري لڳهندو مکه اهڙو نه ڀهڪي

رهيو آهي جڻ ڳاڙهي ڪنول جي گل تي
سورج جا ڪرڻا پئجي رهيا آهن.

شي :- اوهان کي پريشان نگر ڇڏي گهڻو سمو
ٿيو آهي. پرجا ان لاءِ مونکي ڏوشي ٺهرائيندي
هوندي، تنهنڪري جلدي واپس هلو.

اجا :- جيئن تنهنجي اڇا!

شي :- اوهان ڪهڙي نموني واپس ورڻ چاهيو ٿا؟

راجا :- سندري! مونکي ان نئين مينگهه وماڻ
دواران پريشان نگر ڏانهن وٺي هل جنهن
آڳي بجليءَ جا جهبڪا جهلندا هجن ۽ اندرڌنش
جا سندر سندر چتر چٽيل هجن.

(سڀ ٻاهر هليا وڃن ٿا.)

(چوٿون انڪ پورو ٿيو)

# انڪ پهريون

(خوشيءَ ۾ ڀرپور ودوشڪ اچي ٿو)

ودوشڪ:- ڏاڍو سٺو ٿيو جو منهنجو مترُ ننڊ ۾ آهي ۽
ٻين ديوتائن جي ڪلوارڻين، ۾ اروشيءَ سان
گڏ چڱوئي سمو موجون ماڻي موٽي آيو
آهي. هنجي واپس ورڻ تي پرجا هن جو
ڪاهي سواگت ڪيو آهي ۽ هو هاڻي ڏاڍي
آنند سان راڄ هلائي رهيو آهي. سنتان کان
سواءِ هن کي ٻئي ڪنهن به ڳالهه جي ڪمي
ڪونه آهي. اڄ پوتر ڏينهن آهي، جنهنڪري
هو راڻين سان گڏ گنگا ۽ جمنا جي سنگم
وٽ اسنان ڪري پنهنجي درٻار ۾ آيو آهي.
هو هينئر چندن جو ليپ لائي ۽ مالها پائي
پاڻ کي سينگاريندو هوندو. مان به وڃان
وڃي سڳنڌ جو واس وٺان. (وڃي ٿو)
(پردي پٺيان) هاءِ! هاءِ!! جيئن مهاراڻيءَ جي سرائي
سوريا ڏينهن ۾ هيرو ڪڇيءَ جي پڻن جي

نوڪريءَ ۾ ريشمي ڪپڙو وڇائي ڪٺي ٿي
آهس ٿئين هڪ ٻچهه ان کي مانس جو ٽڪر
سمجهي کٺي ڪري اڏامي وئي!

وشڪ:- (ٻڌي ڪري) ڏاڍي ٻري گهٽنا ٿي! اهو
"سنگمٽي" هيرو راجا کي تمام پيارو آهي.
شايد ان ڪري راجا پنهنجي سينگار کي
اُتي ۾ ڇڏي پنهنجي راڄگديءَ تان هيٺ ڏي
اچي رهيو آهي! مان به سندس ويجهو وڃان.
(راجا پرورا گهبرايل ۽ جوش واري حالت ۾
پنهنجي سيوڪن سان اچي ٿو.)

راجا:- پنهنجي موت کي پاڻ سڏائڻ وارو اهو چور
پکي ڪيڏانهن ويو جنهن پنهنجي رکشا ڪرڻ
واري (راجا) جي گهر ۾ هي پهريون پهرو
چوري ڪئي آهي؟

راڻي:- هو ڏسو! هو ڏانهن هو چهنب ۾ سوني
زنجير ۾ ٻڌل هيري کي قابو ڪري، لامارا
هڻي رهيو آهي.

راجا:- هائو! مان ڏسان ٿو.
مٽي واري سوني زنجير کي چهنب ۾ جهلي
لامارا هڻندو اهڙي نموني مٽيءَ جي رنگن
جو ڪنڊل ٺاهي رهيو آهي جڻ ته ڪو ٻاهه
جي لاٽ کي چڪر ڏئي ڦيرائيندو هجي.

## هاڻي ڇا ڪريان؟

وڏ وشڪ:- (ويجهو وڃي) هن ڳالهه ۾ دير جي ضرورت
ڪانهي. اپراڌيءَ کي سزا ملڻ گهرجي.

راجا:- تون ٺيڪ ٿو چوين. ڇڱو، (پوليءَ کي چوي
ٿو) تون ڌنش ٻاڻ کڻي اچ!

(ڌنش ٻاڻ رکندڙ پولي ٻاهر وڃي ٿي)

راجا:- متر! پکي ڏسڻ کان ئي غائب ٿي ويو.

ودوشڪ:- مهاراج! اهو مانس کائو پکي ڏکڻ ڏسا
ڏانهن اڏامي ويو.

راجا:- (چوڌاري ڦري ڪري ڏسي ٿو) اڇو،
هاڻي مان هن کي ڏسي سگهان ٿو. اهو پکي
ان چمڪندڙ هيري سان هن ڏسا کي ائين
سوڀياوان ڪري رهيو آهي جيئن اشوڪ گلن
جو جهڳٽو وارن کي ڀڙڪائي رهيو هجي.

(پولي ڌنش ٻاڻ کڻي اچي راجا کي ڏئي ٿي)

راجا:- هاڻي ڌنش جي ڪهڙي ضرورت آهي؟
مانس آهاري پکيه ڌنش جي نشان کان
پري نڪري چڪي آهي. هاڻي اهو هيرو
ائين چمڪي رهيو آهي جيئن رات جي
وقت بادلن جي وچ ۾ منگل گرهه چمڪندو
آهي. (ڪنڃڪيءَ ڏانهن نهاريندي) نگر
اڌڪاري کي منهنجي نالي وڃي چئه ته

اهو ڏاڍيل پکي سانجهيءَ جو ڪنهن نه ڪنهن
وڻ تي ضرور وڃي وسرام ڪندو. انڪري
انهيءَ وقت ان جي ڳولها ڪئي وڃي.

ڪنڍڪي:- جيئن اوهان جي آگيا. (ٻاهر وڃي ٿو)

وشڪ:- مهاراج! هينئر اوهان شانت ڪري ويهو.
اوهان جي راڄ جي سيما کان ٻاهر اهو
چور ڪيڏانهن ويندو!

(راجا ودوشڪ سان گڏ ويهي ٿو)

راجا:- هن پکيءَ جيڪو اهو هيرو چورايو آهي سو
مونکي رتن هڻڻ سبب پريه نه آهي پر ان
ڪري اهو سنگمڻي مونکي پريه آهي ڇو ته
ان مونکي پنهنجي پريتما سان ملايو آهي.

وشڪ:- ان بابت مونکي اڳي ئي ڄاڻ آهي.

(ڪنڍڪي اهو هيرو ۽ ٻاڻ کڻي اچي ٿو)

ڪي:- جئه! مهاراجا جي جئه!
هن موت جي سزا يوگيه پکيءَ کي اوهان
جي ڪروڌ جي ٻاڻ گهايل ڪري وڌو آهي.
هي پنهنجي اپراڌ جو پورو پورو ڦل پائي
هن هيري سان گڏ آڪاس مان هيٺ
ڪريو آهي. (سڀ عجب ۾ پون ٿا)

ڪي:- هن هيري کي ڌوئي صاف ڪرڻ کان پوءِ
ڪنهن کي ڏجي؟

راجا:- ڪراڻي! ان کي آڳ ۾ اوجل ڪرڻ کان پوءِ
پيتيءَ ۾ رکج.

ڪراڻي:- جيئن مهاراج جي آگيا.
(ڪراڻي مٽي وٺي ٻاهر وڃي ٿو.)

راجا:- لاتوپ؟ توکي ڄاڻ آهي ته اهو پاڻ
ڪنهنجو آهي؟

ڪنڇڪي:- ان تي نالو ته لکيل ته سڄي ٿو؛ پر جوت
گهٽ هئڻ سبب اکر سمجهه ۾ نٿا اچن.

راجا:- چڱو، اهو پاڻ هيڏانهن ڏي!
(ڪنڇڪي راجا جي چوڻ انوسار ڪري ٿو)
(راجا پاڻ تي لکيل اکر پڙهي ٿو)

ڪنڇڪي:- چڱو مان ته وڃي پنهنجو ڪم ڪريان. راڻين
چئي هليو وڃي ٿو)

ودوشڪ:- اوهان ڪهڙي ويچار ۾ پئجي ويا آهيو؟

راجا:- پکيءَ کي مارڻ واري جو نالو پڙ. (پڙهي
ٿو) هي پاڻ پرورواءِ اروشيءَ جي ان
ڏانشداري پٽ "آيس" جو آهي جو دشمن
جو دم ڪڍي ڇڏي ٿو.

ودوشڪ:- واڌايون! راڄن اوهان کي پٽ پراپتيءَ جون
واڌايون!

راجا:- متر! اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ نمشيه يگيه
کان سواءِ مان ڪڏهن به اروشيءَ کان دور

نه رهيو آهيان ۽ نه اروشيءَ مُٺي ڪڏهن
گرپ ٽيڙڻ جون ڪي نشانيون ڏٺيون اٿم.
پوءِ هيءَ سندن ڪنڌن تي؟ پر ائين برابر
آهي ته هنجي اِسٿن جون نوڪون ڪاريون
ٿي ويون هيون، هنجو مهنڊلوايءَ جي
پنن جيان پيلو ٿي ويو هو ۽ هنجون اکيون
مرجهايل هيون.

شڪ:- اوهان هن الوڪڪ استريءَ مان سڀني انساني
گڻن جي اميد نه رکو. هنجو چريتر الوڪڪ
شڪتيءَ ڪري لکل رهي ٿو.

اجا:- ائين ٿي سگهي ٿو! ٺيڪ، پر هن ڪهڙي
سبب ڪري پت کي مونکان لڪايو؟

شڪ:- مٿان راجا مرنکي عمر چڙهيل سڃڻي ڪري
ڪڏي نه ڇڏي.

جا:- هاڻي اهي چرچا ڇڏ، ان لاءِ سوچ.

شڪ:- ديوتائن جي رهسيه کي ڪير ڄاڻندو؟
(ڪنچڪي اندر اچي ٿو)

چڪي:- مهاراج جي جئه ٿي! چيون رشيءَ جي آشرم
مان هڪ تپسوڻي هڪ ڪمار کي ساڻ وٺي
آئي آهي ۽ اوهانجو درشن ڪرڻ ٿي چاهي.

اجا:- بنا ڪنهن دير انهن کي پاڻ سان وٺي اچ.

چڪي:- جئن اوهانجي آگيا.

(ڪنڍڪي وڃي ٿو ۽ وري هڪ تپسوڻ
۽ هڪ ڌنشڌاري ٻالڪ ساڻ گڏ اچي ٿو.)

ڪنڍڪي:- هيڏانهن! هلو (سڀئي ڦرن ٿا).

ودوشڪ:- (ڌيان ساڻ ڏسي) ڇا! هي ساڳيوئي راجڪمار
آهي جنهن جو نالو ٻاڻ مٿان ڇٽيل هو، جنهن
ڳجهه ڏانهن نشان ڇٽيو هو؟ هن جو مهانڀ و
گهٽي ڀاڳي اوهان جهڙو لڳي ٿو.

راجا:- شايد! ائين هجي! سچ پچ هن کي ڏسندي ئي
منهنجي نيترن ۾ جل ڀرجي، آيو آهي. هرديه
۾ سنتان جو سنيهه پيدا ٿيو آهي. هرديه ۾
آنند جي لهر ڀي وڌي آئي آهي ۽ سرير صبر
وڃائي ڏکي رهيو آهي. چت چاهي ٿو
ته هن کي ڪٺي ڇاتيءَ ساڻ لڳايان.

ڪنڍڪي:- آد رٽيه تپسوڻ! هتي ترس.

(تپسوڻ ۽ ٻالڪ ترسن ٿا)

راجا:- ماتا جي! نمسڪار.

تپسوڻ:- ڀاڳوان! شل چندر ونش جو نالو روشن ڪريو!
(من ۾ ٻيا ٻڌائڻ جي ٿي هن. شاهاڻي راجا
۽ آيس جو سنبنڌ ظاهر ٿي پيو آهي) گل!
پنهنجي پتا کي پرڻام ڪر.

(آيس هٿ ٻڌي پرڻام ڪري ٿو)

راجا:- شل وڏي آيو ماڻين!

آيس:- (ياڻ کي) هي مهنجو پتا آهي ۽ مان هنجو
پتر آهيان صرف اهو ڀڏي ڪري ٿي مهنجي
اندر کي آنند پراپت ٿيو آهي. تڏهن انهن ٻالڪن
جو پهنجي ماتا پتا سان ڪيڏو نه سنيهه
هوندو جيڪي انهن جي گود ۾ نپڻيا هوندا!

جا:- آدرڻيه ديوي! اوهان ڪيئن پير گهمايا آهن؟

ڻ:- مهاراج! جيئن ٿي اروشيءَ هن ٻالڪ آيس
کي جنم ڏنو ليئن ٿي ڪنهن ڪارڻ وچان
هن ان ٻالڪ جي پالنا جو ڪم مونکي سونپيو.
کتري ٻالڪ لاءِ جا ڪرم ۽ ٻيا جيڪي
مقرر ٿيل نيم آهن تن سڀني جا سنسڪار
رشي چيئون ڀڄا آندا آهن. هن کي شستر
وديا ۽ شاستر وديا جو پڻ ابياس ڪرايو
ويو آهي.

راجا:- تڏهن ته هي وڏ ڀاڳي ڇوڪرو.

ڻ:- اج جڏهن هو ٻين ٻالڪن سان گڏ گل ۽
يگيه ساموگري گڏ ڪرڻ ويو تڏهن اتي هن
اهڙو ڪم ڪيو جو آشرم نواسيءَ کي ڪرڻ
نه جڳائي.

وشڪ:- (السڪ ٿي) اهو ڇا؟

ڻ:- جيئن ٿي هن هڪ ڳجهه کي جنهنجي واس
۾ ماس جونڪرو پيل هو، وڻ جي چوٽيءَ

ٿي ويندل ڏنو تنهن ٿي ان کي تير سان
نشان ڇنيو.

(ودوشڪ راجا ڏانهن نهاري ٿو)

راجا:- تنهن کان پوءِ ڇا ٿيو؟

تپسوڻ:- تنهن اها ڳالهه ٻڌي چيو ته رشيءَ مونکي
هيءَ امانت (ٻالڪ ڏانهن اشارو ڪري) اوهان
کي ڏني اٿڻ لاءِ آگيا ڪئي. تنهن ڪري
مان اروشيءَ سان ملڻ چاهيان ٿي.

راجا:- هي ديوي اوهان هتي ويهو.

(تپسوڻ گديءَ تي ويهي ٿي)

راجا:- لاتويه! اروشيءَ کي سڏ ڪر.

ڪنچڪي:- جيئن اوهانجي آگيا. (ائين چئي هليو وڃي ٿو.)

راجا- (ٻالڪ ڏانهن نهاريندي) اڄ لعل اڄ! چوندا
آهن ته پٽ کي ڇاتيءَ لڳائڻ سان سريرکي
آنند پراپت ٿئي ٿو. تنهنڪري تون به
منهنجي من کي ائين لڇي آنند ڏي جئن
چندرما جا ڪرڻا چندرڪانت مڻيءَ کي
آنند ڏيندا آهن.

تپسوڻ:- گل! پتا جي آگيا مڃ!

(ٻالڪ راجا جي پيرسان وڃي ڪيس پيري
پوي ٿو.)

(راجا ٻالڪ کي ڇاتيءَ سان لڳائي پيرسان
ويهاري ٿو.)

تپسوڻ:- ٻچا! ٻڌا ڪنهن ٻپ جي هن پنهنجي پتا جي مٽر کي نمسڪار ڪر.

ودوشڪ:- هنڪي مون مان چئو ٻپ هيڻ گهرجي؟ هي آشرم ۾ رهيو آهي، تنهنڪري ٻاندرن سان ته ٻڪڙي ٻڪ هريل هوندو.

ٻالڪ:- (مشڪي) آدرڻيه! نمسڪار.

ودوشڪ:- شل توکي ايشور جي ڪرپا ٿئي.

(اروشي ۽ ڪنچڪي اچن ٿا.)

ڪنچڪي:- هيڏانهن هلو ديوي! هيڏانهن!

اروشي:- (ٻالڪ ڏانهن نهاريندي) هي ٻالڪ جنهن جي هٿ ۾ ڌنش آهي، جو راڄن جي پرسان وڃڻو آهي ۽ جنهن جا وار خود سوامي سنواري رهيو آهي اهو ڪير آهي؟ (تپسوڻ ڏانهن نهاريندي) ستيوتيءَ جي اپستتي ڏيکاري ٿي ته هي منهنجو لعل آهي. هي ته چڱو وڏو ٿيو آهي. (چوڌاري ڦري ٿي).

راڄا:- (اروشيءَ کي ڏسي) اڄها تنهنجي ماتا، جا يڪ ٽڪ تو ڏانهن نهاري رهي آهي ۽ تنهنجي سنيهه وچان ٿڃ وهڻ ڪري سندس ڪرتي آلي ٿي ويئي آهي.

تپسوڻ:- ٻچا پنهنجي ماتا ڏانهن وڃ.

(پالڪ اروشيءَ جي ويجهو وڃي ٿو.)

اروشي:- ماتا! نمسڪار.

تپسوڻ:- ڌيءُ! اشل ور گهر سميت خوش هجين!

پالڪ:- امان! پرڻام.

اروشي:- (پالڪ کي ڪڇيءَ چاڙهي لڳائي ٿي) ٻچا! شل آريه کي سک ڏين! (راجا جي ويجهو وڃي) آريه جي جئه ٿي!

راجا:- جيءُ آئين پتروتي! اچ هيڏانهن ويهه.

(اروشي ۽ ٻيا سڀ پنهنجي پنهنجي آسڻن تي ويهن ٿا.)

تپسوڻ:- آيس وديا پراپت ڪري ڪوچ ڀرڻ جي لائق ٿيو آهي؛ تنهنڪري هي امانت (آيس) مان توکي تنهنجي سواميءَ جي سامهون واپس ڪريان ٿي. مونکي هاڻي موڪل ڏي ته واپس وڃان؛ ڇو ته آشرم جا جي ڪم مون تي رکيل آهن انهن جو اڪلاءُ ڪرڻو اٿم.

اروشي:- گهڻي سمي کان پوءِ ملڻ ڪري منهنجي اوهان مان دل ئي نٿي ڀرجي. پر اوهان کي روڪي به نٿي سگهان. ٻيهي ڪنهن وقت ضرور اچجو.

راجا:- ماتا! مانيور چيڙن رشيءَ کي منهنجا پرڻام ڏجو.

ٻسونت :- ضرور.

ٻالڪ :- امين! جيڪڏهن اوهين سچ پچ واپس وڃو ٿا ته مونکي به پاڻ سان گڏ آشرم ڏانهن وٺي هلو.

راجا:- هي لعل! پهريون آشرم پورو ڪري هاڻي توکي ٻي آشرم ۾ پرويش ڪرڻو آهي.

ٻسونت :- ٻچا پتا جي آگيا انوسار هل.

ٻالڪ :- چڱو، مهنجي ننڍن منيڪنٺ مور کي هيڏانهن موڪلج جو پرهنجي ڪلنگيءَ کي ڪنهندي منهنجي گود ۾ خوشيءَ وچان پر پکيڙي ليٽندو هو.

ٻسونت :- (مشڪي) هائو، مان ائين ڪندس. شل اوهين سڀ خوش هجو ۽ وڏي اوجا مائيو!

(ائين چئي هلي وڃي ٿي)

راجا:- اي ديوي! مان هن پٽر کي پراپت ڪري ائين سرشٽ ٿيو آهيان جيئن اِندر شچيءَ مان پيدا ٿيل پٽر جينت کي پراپت ڪري پرسن ٿيو هو.

(اروشي ڪجهه ياد ڪري روئي ٿي)

ودوشڪ :- اهو وري ڇا؟ هن جي اکين مان آنسون پيا وهن!

راجا:- (عجب ۾) اي سندري! اهڙي شڀ موقعي

ته جڏهن مونکي ونش روشن ڪندڙ پيارو
پٽ پراپت ٿيو آهي. تون روئي رهي آهين؟
اڃا ٻو ڇو پنهنجي ڇاتيءَ تي ڳرندڙ ڳوڙهن
جي مالها ناهي رهي آهين؟

(راجا سندس آنسون اگهي ٿو)

اروشي:- سوامي! ٻڌايئين ته مان پٽ جي اچڻ جي
خوشيءَ ۾ ڳالهه ڀلجي ويس ٻر هاڻي جڏهن
اوهان اندر جو نالو ورتو تڏهن هڪڙو
شرط ياد اچڻ ئي دل ڇڪجي پيئي.

راجا:- ڪهڙو شرط؟

اروشي:- جڏهن مان اوهان جا ٻور پٽي ٻڇايا تڏهن
ديوراج اندر آگيا ڪئي......

راجا:- ديوراج اندر ڪهڙي آگيا ڪئي.

اروشي:- ديوراج اندر آگيا ڪئي ته "جڏهن منهنجو
متر راجرشي تومان پيدا ٿيل پٽ ڏسي
تڏهن تون مون وٽ واپس اچج." جيئن ئي
هن ٻالڪ جنم ورتو تيئن ئي اوهان جي
ورهه جي ڊپ وچان مان. ڪيس آدر ٽيه
چيون رشيءَ جي آشرم ۾ ستيوتيءَ ڪي هي
ٻالڪ امانت طور ڏني آهس ته جيئن هو
سکيا پرائي. اڄ هو هن ڪي پنهنجي پتا
جي سيوا ٻوڳيه سمجهي مونکي موٽائي ڏني

وٺي. ان ڪري ٿي مان اوهان سان ايڏو
سمو گڏ گذاري سگهيس ۽ وڌيڪ نه!!
(سيتي ڊڪي ٽپي ٿي.)

راجا ! (ڊگهو ساهه کڻي) اُف ! سڪ پاڻ جهوري
آهي. جيئن مان اڃان هينئر ٽڙ پراڻي ڪري
خوش مس ٿيو آهيان تيئن تون مونکان وڇڙي
رهي آهين!
اي ڪمل نيڻي! پتلي ڪمر واري! جيئن
بادل وسڻ ڪري ٿڌي ٿيل وڻ جي مٿان
اوچتو اچي وڄ جا ڪڙڪا ٿين ٿا تيئن
تنهنجي ورهه جي محبت منهنجي مٿان
پئي آهي.

ت وشڪ:- هن سو ڀاڳيه نياڻي کي نيو آهي. مونکي ائين
لڳي ٿو ته مٿان ! هاٿي راجا سنياس ڌارڻ
ڪري ٻهو بن ڏانهن نه هليو وڃي!

يوشي:- سوامي! اوهان ائين سمجهندا ته هيءَ نياڳڻ
پتر کي جنم ڏئي ڪيس اپاس ڪرائي ۽
پنهنجو سوارٿ سڌ ڪري سرڳ ڏانهن وڃي
رهي آهي.

راجا:- ائين نه چئو سندري! جڏهن پراڌينتا ڪارڻ
ورهه سواليءَ سان ٿي سگهي ٿو ان ۾ من
چاهڪ ڪارڻ ڪرڻ ڏکيو آهي. تنهنڪري

تون پنهنجي سواميءَ جي آگيا انوسار ونس
وڃ ۽ مان پڻ تنهنجي پٺ آيس کي راڄ ڀاڳ
سونپي تپو ان ڏانهن هليو ويندس جتي
هوڻن جا ٽولا گهمن ڦرن ٿا.

بالڪ:- پتاجي! جنهن بار کي ونڊو ڏيڻو چڪي رهيو
آهي تنهن جي ڀاڃاريءَ ۾ گابي کي ٻڌڻ
ٺيڪ نه آهي.

راجا:- اي منهنجي اکين جا تارا! جيئہ جا جيئا را!
شاهاڻو هاڻي بچت هئڻ ئي نہ ٻين هائين
کي جيتي ڇڏيندو آهي، نانگہ بچت هجي
ڏهن نہ سندس زهر وڏي نانگہ جهڙو
زهريلو ٿيندو آهي. ساڳيءَ ريت راجا بالڪ
اوستا ۾ پڻ سڄي پرٿويءَ جي رکيا ڪري
سگهي ٿو. اها سرشتتا جا ڪرتوہ پالنا لاءِ
يو گيہ ٻڻائي ٿي سا آهڙ سان نہ پر سوڀاويڪ
اچي ٿي ٿي.
لانوہ! منتري منڊل کي منهنجي نالي
چئہ ته ڪمار آهس جي راڄ تلڪ جي
تياري ڪن.

ڪنچڪي:- جيئن اوهان جي آگيا. (انين اداسائيءَ ۾
هليو وڃي ٿو.)

راجا:- (آڪاس ڏانهن نهاريندي) هي ڇا؟

ٻڌا بادلن آڪاس مان وڄ ڪري رهي آهي!

اروشي :- (ڌيان سان ڏسي) اوهه! ناردمني!

راجا:- اوهه! اهو ناردمني آهه!
هي گورو وچن جيان پيلي جٽاورو، چندرما
جي ڪلا جيان صاف جٽيو پائي ۽ موتين
جي مالها گلي ۾ پائي ائين هيٺ اچي رهيو
آهي جڻ ڪو سونهري شاخن وارو هلندڙ
چلندڙ ڪلپ جو وڻ هجي.
(هڏجي پوڄا لاء سامگري کڻي اچ)

اروشي :- (چوڻ انوسار سامگري کڻي اچي ٿي) هي
آهي رشيءَ جي پوڄا جي سامگري.
(ناردمني اچي ٿو)

ناردمني :- پرٿوي لوڪ جي راجا جي جئه ٿي!

راجا:- (اروشيءَ کان پوڄا جي سامگري وٺي پوڄا
ڪري ٿو)
اي سوامي! ڀلي آيا! ڀلي آيا!

اروشي :- مانيه! نمسڪار.

ناردمني :- شل اوهان ٻنهي هڪ ٻئي جو وڇوڙو نه سهو!

راجا:- (پاڻ کي) شل ائين ٿئي. (ٻالڪ کي ڀاڪر
پائي ڏاڍيان چوي ٿو)
ٻچا! هن پوڄ هستيءَ کي نمسڪار ڪر.

پالڪ :- پوڄنيہ! مان اروشيءَ جو پٽ آهيان اوهان
کي نمسڪار ٿو ڪريان.

ناردمني :- شل سدائين وڏي آيُو ماڻين.

راجا:- ڪرپا ڪري هيٺ ويهو.

(ناردمني اچي ويهي ٿو ۽ ٻيا بہ ويهن ٿا)

نارد مني :- راجن! تو تپوبن ۾ وڃي رهڻ جو ويچار ڪيو
آهي؛ اهو اندر پنهنجي الوڪڪ شڪتيءَ
سان ڄاڻي ٿو لاءِ آگيا ڪئي آهي.

راجا:- ڪهڙي آگيا ڪئي آهي؟

نارد مني :- جوتشين اها جوتش ڪئي آهي تہ جلدئي
ديوتائن ۽ دئيتن جي وچ ۾ مهاڀاري لڙائي
لڳندي ۽ اوهان پڻ ۾ اسان جا مددگار
ٿيندا آهيو؛ تنهنڪري اوهان شسترن جو
تياڳ نہ ڪيو. هيءَ اروشي عمر ڀر اوهان
سان گڏ گذاريندي.

اروشي :- (پاسيرو ٿي) آه! منهنجي من مان ڄڻ ڀالو
ٻاهر نڪتو!

راجا:- مان سدائين ديوراج اندر جي آگيا اکين تي
رکندو آهيان.

نارد مني:- ائين برابر آهي. اندر تنهنجون اڇائون
پوريون ڪري ۽ تون هنجو ڪار بہ پورو
ڪر. جيئن سورہ پنهنجي تيج سان اگنيءَ

جي پرڪاش کي وڌائيندو آهي ۽ اگهي
پڌهنجي تيج سان سوريه کي گرمائش
پهچائيندي آهي. (آڪاس ڏانهن نهاريندي)
رميا ! راجڪمار جي راڄ تلڪ لاءِ ديوراج
اندر ديوان گڏ ڪيل سامگري ڪٿي آهي.

(اپسرائون سامگري کڻي اچن ٿيون)

اپسرائون :- مانيور مهاراج! هي آهي راڄ تلڪ جي سامگري.

نارد مني :- چرنجيو! راجڪمار کي پوتر آسڻ تي ويهاريو.

رميا:- لعل! هيڏانهن اچ!

(آهس ويهي ٿو)

نارد مني:- (راجڪمار جي متان پوتر جل جو دلو
چٽڪائي ٿو)
رميا! باقي ڪاريه ڪرم تون پورو ڪر.

رميا:- (ڇوٽ انوسار ڪم پورو ڪري ٿي) پوڄنيه
نارد مني ۽ ماتا پتا کي پرڻام ڪر.

(بالڪ ڇوٽ انوسار پرڻام ڪري ٿو)

نارد مني :- پشپ جان سگنڌي ڏئين،
تون شل سدا سنسار کي!
چنڊ جيان روشن ڪري شل،
لعل تون سنسار کي!
شل وڏي ويڄهي گهڙا پڌهنجي،
وطن جا تون پران،

ســار پــرجــا جــي لهڻن،
وڏڙن جي نت سيوا ڪرين!

راجا:- شل ونش جو نالو چوٽ چاڙهين!

(پردي پٺيان ٻه چارڻ)

پهريون چارڻ:- راجڪمار جي جئه ٿي! شل تون پنهنجي
ماتا جو اهڙو ئي يوگيه پتر ٿين جيئن برهما
جو پتر چندرما، چندرما جو پتر بڌ ۽ بڌ
جو پتر پروروا ٿيو. هن کان اڳ ۾ ئي
سڀ آشيرواد ون تنهنجي ونش کي
مليون آهن.

ٻيو چارڻ:- تنهنجو پتا مهاپرشن ۾ سريشٽ آهي ۽ تون
ان جو انساهي ۽ مرپادا وارو پتر آهين.
توهان ٻنهي جي هڪجهڙي ڀڳتي ڪندڙ
هيءَ راجلڪشمي انهن سوڀياوان لڳي رهي
آهي جيئن هماليه پربت ۽ ساگر ٻنهي جي
سيوا ڪندڙ گنگا ندي سوڀياوان
لڳندي آهي.

اپسرائون:- (اروشيءَ جي پرسان وڃي) تنهنجي اکين جو
تارو اڄ راج گديءَ تي براجمان ٿيو آهي ۽
توکي پنهنجي پياري جي ورهه جي ويدنا
به سهڻي ڪونه پوندي؛ تنهن لاءِ توکي
وڌايون هجن!

اُروشي: اهو اسان سڀني جو سوڀاڳيه آهي.

(راجڪمار کي هٿ کان وٺي) اچ گل!

پنهنجي پرپتما کي چرن وندنا ڪر.

(راجڪمار اڳتي وڌي ٿو)

راجا:- ٻچا! ترس، سڀ گڏجي ٿا مهارشيءَ وٽ هلون.

ناردمني:- راجن! تنهنجي پتر آيس جو راج تلڪ اُن اُتسو جي يادگيري ڏياري رهيو آهي جنهن اتسو ۾ اندر ڪارتڪ کي سينا پتيءَ جو پد ڏنو هو.

راجا:- ڪير اوهان جي ڪرپا سان ڀوڳيه نه ٿي سگهندو؟

ناردمني:- هن کان وڌيڪ اِندر تو لاءِ ڇا ٿو ڪري سگهي؟

راجا:- جيڪڏهن ديوراج اِندر مون تي پرسن آهي ته ان کان وڌيڪ مونکي ٻيو ڇا گهرجي!

(ڀرت واڪيه)

لڪشمي ۽ سرسوتي جي ٻنهي سدائين هڪٻئي جي وروڌ آهن، ٻنهي جو هڪ هنڌ هجڻ ناياب ڪئن آهي ۽ شل ستپرشن جي ڪلياڻ لاءِ انهن ٻنهي جو پاڻ ۾ ميل ٿئي.

(پنجون انڪ سماپت)

(ناٽڪ سماپت)




## [illegible]ـون

| صحيح | غلط | | ص[illegible] |
|---|---|---|---|
| سمجهن | سمجهن | ١٨ | ڀاڱو ٩ |
| ٿ | ت | ٦ | " ١٦ |
| حالت | حالت حالت | ٢ | " ٢٦ |
| ڌيرج ڌار | ڌيرج ڌارا | ١٦ | ٽانڪ ٨ |
| هنجي | هجي | ١٥ | ١٠ |
| و جان | جان و | ١٢ | ٢١ |
| سو پيادوان | سو پيانوان | ٧ | ٢٥ |
| ٻن | جن | ١٣ | ٣١ |
| اُن | اُن جي | ٢٠ | ٣٤ |
| ڳڌ | ڳت | ٢٠ | ٣٦ |
| پانزيب | پاڙيب | ١٠ | ٣٧ |
| ماٽوڪ | هاٽوڪ | ١٧ | ٣٧ |
| هٿائڻ وارا | هٿائڻ، وارا | ٢ | ٤٨ |
| ساڄي | هيءَ ساڄي | ١١ | ٤٩ |
| پرسن | پراپت | ٨ | ٥٥ |
| گنڌماد ن | گنڌامد نا | ٣ | ٦٥ |
| ڪيترين و يتنين | ڪيترن و يتن | ١٧ | ٦٥ |
| ليکيندا | لکيندا | ٢٠ | ٧١ |
| پريتما | پريما | ٨ | ٧٣ |
| ٿي | ٿي ٿي | ١٦ | ١٠٢ |

اهي مائر پلي مرڪن جي ٻارڙن تي لولي ڏين،
۽ صدقي ديش تان تن من ڪرڻ جهڙي نه ٻي خدمت
جگر پنهنجا ڪيي ڏيندين مٿو اولاد موڪيندين،
اهانئي پاس پاسيندين ۽ رهجي ديش جي عصمت.

**سائين ڪشنچند بيوس**

---

جي جيئڻ چاهين جڳت ۾ جيءُ ٻين جي واسطي،
باغ ۾ جئن ٿي رهي بلبل چمن جي واسطي.
خلق ۾ خالق ڏسي ڪر خلق جي خدمت مدام،
هن عبادت سان ڪر حاصل اُتي اعليٰ مقام.
بي اجهن جو آسرو ٿي درد مندن جي دوا،
جي ڏسين آليون اکيون اگهه لڙڪ تن جا اي ”ضيا“

